# سنڌين جي شڪست جا ڪارڻ

تاريخي جائزو



اڪرام ساگر عباسي

Sindhica
سنڌيڪا

ڪتاب نمبر

19

هرقسم جا حق ۽ واسطا سنڌيڪا وٽ محفوظ

ڪتاب جو نالو: سنڌين جي شڪست جا ڪارڻ
ليکڪ: اڪرام ساگر عباسي
پهريون ڇاپو: 1994ع
ٻيون ڇاپو: 1998ع
ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي
فون: 7737290
ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي
ٽائيٽل: قاضي اختر حيات
ملهه 30 رپيا

All rights are reserved for the publisher

SINDHYAN JEE SHIKAST JA KARANA

Causes of the failure of Sindhis

(Historical perspective)

**Printed** at Azad Communications Karachi- 74400. Ph. 7737290

Published by: Sindhica Academy Karachi.

**Price Rs: 30.00**

لکڻ ۽ وي پي ذريعي گهرائڻ لاءِ

**سنڌيڪا اڪيڊمي**

B-24 نيشنل آٽو پلازه، مارسٽن روڊ

ڪراچي 74400

# سنـاءُ

ث- صوفي شاه عنايت شهيد جو واقعو

ج- ڪُهڙن جا مخدوم

د- پرنٽيهي پاليسي

(4) ٽالپرن شڪست جو ڪاڻ؟

الف- مذهبي ڪٽرپڻو

ب- ميرن کي گهر مان لڳي

ث- فوجي سگهه

ج- ڪجهه بيا ڪارڻ

ضميمون I

ضميمون II

حوالا

# پبلشر نوٽ

سنڌيڪا اڪيڊمي ٿورڙي عرصي ۾ مختلف موضوعن تي سنڌي ٻولي ۾ شاهڪار ڪتاب ڇپرايا آهن جن ۾ زندگي جي سڀني شعبن سان تعلق رکندڙ ماڻهن جي ڄاڻ ۽ دلچسپي جو سامان موجود آهي. تاريخ جي سڌو سنئون موضوعن تي اڪيڊمي جو هي پهريون ڪتاب، آهي ۽ هن کان پوءِ سنڌ جي تاريخ تي پروفيسر عبدالله مگسي جو ڪتاب سنت ئي ڇپرو ٿيندو.

هي ڪتاب سنڌ جي تاريخ جي اهم ۽ باريڪ پهلوئن تي روشني وجهي ٿو جنهن ۾ برهمڻن کان وٺي ٽالپرن جي دور تائين حڪومتي ڪمزورين ۽ ناقص حڪمت عملين جي چند ڄاڻ ٿيل آهي. ڪتاب جي لکڻ ۾ توڙي جو تاريخ جي عمومي مزاج واري بياني انداز جو طريقو استعمال ٿيل ناهي ان جي باوجود به اڪرام ساگر سنڌ جي تاريخ جي اهڙن رخن کي نروار ڪيو آهي جنهن جي باري ۾ سنڌ اندر خير ڪو لکيو ويو آهي ۽ جيترو لکيو ويو آهي ته ان جي بيان ۾ به مصلحتن کان ڪم ورتو ويو آهي. عمر جي ٽئين ڏهاڪي جي شروعات واري حصي ۾ هن نوجوان جي هي ڪوشش اسان جي سنڌ جي ٻين نوجوانن جي لاءِ قابل رشڪ ۽ تحقيق تي اتساهيندڙ آهي.

ٻين موضوعن سان گڏ تاريخ جي موضوع تي سائنسي انداز ۽ غير مصلحتي مواد جي لاءِ اسان هن قسم جي ڪوششن کي اشاعت لاءِ هردم اکين تي رکنداسين.

**نور احمد ميمڻ**

چيئرمين

سنڌيڪا اڪيڊمي

# ارپنا

ابي ۽ امڙ جي نانءُ

اڪرام ساگر عباسي

# پيش لفظ

جھڙيءَ طرح اڄ سنڌ نهايت ڪٺن، مايوس ڪندڙ ۽ ابتر حالتن مان گذري رهي آهي، ٺيڪ ان ريت سنڌي علم ادب ۽ خاص طرح اسان جي تاريخ نويسي به، نهايت ڪسمپرسيءَ واري صورتحال سان منهن مقابل آهي. اهڙي صورتحال جي وڏيڪ وقت جاري رهڻ سبب، گهڻو امڪان ان ڳالھ جو آهي ته لکڻ وارا ته ٺهيو پر پڙهڻ وارا به ڪي گهڻا نه بچندا، جي پنهنجي اتهاس ۾ دلچسپي وٺندا هجن.

ان صورتحال جا ڪيئي سبب آهن. اسان جا جيڪي سينيئر اسڪالر آهن، انهن نئين نسل جي هن ڏس ۾ مدد ته ٺهيو، پر ڪڏهن ڄڻ رهنمائي به نه ڪئي آهي. ان کان علاوه پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ملڪي طور تي جيڪو تعليمي زوال آيو آهي، ۽ علمي ماحول بنائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي، ان به سنڌ جي تاريخ کي پوئتي رکڻ ۾ پنهنجو پورو ڪردار ادا ڪيو ڏسجي ٿو!

اهڙي صورتحال ۾ جيڪڏهن ڪو نوجوان دوست: پنهنجي تاريخ کي توجه سان پڙهي ٿو، پڙهي ان کي پروڙي ٿو، پروڙي ان تي وڌيڪ مشق ڪرڻ جي جرئت ڪري ٿو، ۽ آخرڪار محقق ۽ مؤرخ بنجڻ جو سعيو ڪري ٿو، تڏهن سچ ته مون کي دلي طرح خوشي حاصل ٿئي ٿي. اسين به چار نئين نسل جا لکندڙ هن ڏس ۾ ڪم ڪري رهيا آهيون. ان قطار ۾ هڪ وڌيڪ نوجوان شامل ٿيڻ جي تياري ڪري رهيو آهي. سنڌ جي تاريخ پڙهڻ، گڏ ڪرڻ ۽ لکڻ، هن نفسانفسيءَ واري دور ۾، دل جگر واري ماڻهوءَ جو ڪم آهي. آءٌ ڪيس دل جي گهراين سان مبارڪباد ڏيان ٿو.

ايندڙ ورقن ۾ اڪرام ساگر جو پهريون تاريخي ڪتاب 'سنڌين جي شڪست جا ڪارڻ' ڇپجي ظاهر ٿي رهيو آهي. هن نوجوان لکندڙ سنڌين جي تاريخي شڪست تي لکندي چار دور منتخب ڪيا آهن. برهمڻ جو زمانو، اسلام کان اڳ وارو آخري آزاد دور هو. سومرن کان پوءِ سمن جي سلطنت قائم ٿي ۽ ان بابت مناسب مواد دستياب آهي. تاريخ ۾ هي اسان جو هڪ سونهري زمانو ليکجي ٿو. ڪلهوڙن ٻن صدين کان پوءِ وري مقامي حاڪميت بحال ڪئي ۽ پوري هڪ صدي حڪمراني ڪئي. ان طرح ميرن جو زمانو آزاد سنڌ جو آخري باب آهي. ان ريت ٿلهي ليکي هي چار ئي دور پنجن صدين تي پکڙيل آهن، جو هڪ وڏو عرصو آهي.

شڪست برهمڻ بہ ڪاڏي ۽ سمن جو زوال بہ ٿيو. اڪرام جي لکڻ موجب ميان نورمحمد ڪلهوڙي بہ ڪنهن حاصلات ڪان سواءِ هي جهان ڇڏيو ۽ ميرن بہ مختصر انگريزي فوج آڏو گوڏا ڪوڙيا. سوال آهي تہ آخر هر ڀيري سنڌين شڪست ڇو کاڌي؟ ظاهر آهي تہ ڪاميابين ۽ ناڪامين، فتوحات ۽ هار، حاصلات ۽ عدم حاصلات جي ڏس ۾ ڪن خاص واقعن، سببن، مسئلن ۽ مامرن کي دخل حاصل آهي. اڪرام تاريخي اڀياس جي آڌار تي سنڌي قوم جي شڪست جا جيڪي ڪارڻ تجويز ڪيا آهن، سي هن ريت نروار ٿين ٿا:

- مذهبي تنگ نظري ۽ فرقي پرستي.
- جهالت، ڪم علمي ۽ منطقي سوچ جو فقدان.
- ادارن جي کوٽ ۽ سنڌي عوام جي فوج ۾ عدم شموليت.
- نسل پرستي، نسلي مت ڀيد ۽ قبيلائي سوچ، ۽ موقعي پرستي ۽ سياسي ادراڪ جي کوٽ.

هي سڀ ڪارڻ ۽ سبب اڪرام ساگر عباسيءَ جي منتخب ڪيل ڇئن دورن جي زوال جا محرڪ ڏسجن ٿا. ايئن ٿو لڳي تہ هر دور ۾ صرف چهرا تبديل ٿيا آهن ۽ ماڻهو مٽيا آهن. پر واقعا ۽ بنياد ساڳيا ئي رهيا آهن، جنهن سبب هر ڀيري رسوائي ۽ خواري اسان جو مقدر بڻيا آهن. تاريخ جو هڪ نظريو هي بہ آهي تہ: اها پنهنجو پاڻ کي دهرائي ٿي. ڪردار بدلجن ٿا، مگر واقعا ۽ نتيجا ساڳيا رهن ٿا. ان ريت تاريخ پاڻ کي ورجائيندي رهي ٿي. جڏهن اهي سڀ ڳالهيون ڪتابن ۾ موجود آهن، تڏهن هي ويچار پيدا ٿئي ٿو تہ اڪرام، انهن کي آخر ڇو سهيڙيو ۽ ڇو ترتيب ڏنو آهي؟ جواب ڏاڍو سولو آهي: لکندڙ هن اڀياس ذريعي ٻڌائڻ چاهي ٿو تہ: سنڌي هر ڀيري مار ڇو ٿو کائي ۽ هن وقت اسين ڪاڏي وڃي رهيا آهيون؟ غور ڪرڻ سان خبر پوي ٿي تہ قاضي قادن اڄ بہ اسان وٽ موجود آهن.(١) ڏاهر جهڙا هيلا ڪردار بہ موجود آهن. فوج ۾ اڄا تائين سنڌي عوام جو حصو ڪونهي. مزهبي منافرت ۽ فرقي پرستي رواں دوان آهي. نسلي مت ڀيد ۽ قبيلائي سوچ اسان تي حاوي ٿيندي پئي وڃي. اڄ بہ سنڌ ۾ موقعي پرست ڪردار: موکو ۽ راسل موجود ۽ سرگرم ڏسجن ٿا. ان ريت اڪرام جي هن ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ، سنڌي قوم جي اجوکي ابتر حالت ۽ نراس ڪندڙ مستقبل جو اندازو ٿئي ٿو. پر جيڪڏهن مٿي ڄاڻايل سببن تي غور ڪري پنهنجي آئيندي کي سنوارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي تہ اسان ڪٿيوسين. ۽ اهوئي هن ڪتاب جو واضح پيغام ۽ لکڻ جو اصل مقصد آهي!

هن ڪتاب جي باري ۾ پنهنجي راءِ جي حوالي سان عرض ڪندس تہ عربن جي حملن، ڪاهُن ۽ انهن جي سببن تي وڌيڪ لکڻ جي گنجائش موجود آهي، اهڙي طرح جام، منگول ۽ تغلقن جي معاملي، ارغون حملي وقت درياخان جي سنڌي

دربار، جهوڪ جي جنگ، ڪلهوڙن جي سموري دؤر ۾ نادرشاھ جهڙن موضوعن تي نئين مواد جي مدد سان اجان بہ تحقيقي ڪم لاءِ ونون نڪري سگهن ٿيون.

سنڌيڪا اڪيڊمي جي چيئرمين محترم نور احمد ميمڻ گذريل مارچ ۾ نظرثاني لاءِ هن ڪتاب جو مسودو منهنجي حوالي ڪيو. مون پوري ذميداريءَ سان ڪم جو پورائو ڪيو آهي. اڪر اڪر پڙهيو اٿم ۽ متن کي معياري بنائڻ لاءِ سمورا حوالا ۽ مواد پيٽيو اٿم.

اميد تہ اسان جو هي نوجوان دوست پنهنجي مستقبل جي تخليق ۾ اجان بہ گهڻو ڪجھ پڙهي تاريخ جي جديد رخن کي نروار ڪندو.

ان کان اڳ جو آءٌ هي بہ اکر ختم ڪريان، اڪرام کي اهڙو منفرد ڪتاب لکڻ ۽ ميمڻ صاحب کي هي تاريخي نوشتو شايع ڪرڻ تي مبارڪباد ڏيڻ پنهنجو فرض سمجهان ٿو.

**غلام محمد لاکو**

26- جون 1993ع

# پنهنجي پاران

ملڪ گيريءَ جي هوس جو شڪار ٿي، جڏهن بہ ڪو ظالم حڪمران، ڪنهن آزاد ۽ خودمختيار قوم کي غلام بنائڻ لاءِ حملو ڪندو آهي، تہ ان آزاد رياست کي، عوام جي امنگن جي خلاف ۽ ناڪاره ڪوٺي، پاڻ کي ان جو مسيحا بنائي پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، پر سنڌ کي محڪوم بنائڻ لاءِ انهن بهانن سان گڏ هڪ ٻيو بہ مضبوط هٿيار استعمال ڪيو ويو آهي، ۽ اهو هو مذهب!

انگريزن کان سواءِ باقي جيڪي بہ حملي آور سنڌ تي هلان ڪري آيا، انهن سيني سڌارن جي آڙ ۾ ئي سنڌ تي حڪمراني جمائڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪڏهن حجاج بن يوسف سنڌين کي سيکت ڏيڻ لاءِ پنهنجا گماشتا موڪليا، تہ ڪڏهن خلجي، غوري، ارغون، ترخان ۽ مغل گهراڻي جا فوجي اڳواڻ، هتان جي رهواسين جو ايمان تازو ڪرڻ لاءِ ڪاهي ٿي آيا. توڙي انهن لکين پرامن سنڌين جو خون وهايو يا هزارين معصوم نياڻين جي عزتن کي نيلام ڪيو، تہ بہ اسلام جا پيروڪار ۽ پڪا مسلمان هئڻ جي دعويٰ ڪندا رهيا.

اسان کي بنيادي طور اسڪولن ۾ ننڍپڻ کان فاتحن لاءِ اهو ٻڌايو ويو آهي تہ، "اهو وڏو داناءُ ۽ جشمت وارو هو، ان پنهنجي طاقت ۽ شجاعت جي زور تي سنڌ کي فتح ڪيو." پر حقيقت ان جي ابتڙ آهي!

حقيقت جي نگاه سان ڏٺو وڃي تہ سنڌين جي شڪست جا ڪارڻ، اسان جون پنهنجون ئي ڪوتاهيون ۽ ڪمزوريون هيون. اسان ٻڌيءَ، ايڪي ۽ اتحاد جهڙي اهم حڪمت کان هميشہ کان وٺي ڪوهين ڏور رهيا آهيون، جنهن ڪري شڪست اسان جو مقدر بڻجي وئي. اڄ بہ اسان انهيءَ نعمت کان، يوت جي پاڇي جيان ڀڄندا ٿا رهون. جيڪڏهن اها روش اڃا بہ جاري

رهي تہ پڪ سان تاريخ جي تباهيءَ واري، ڪاري ڪن ۾ وجي ڪرنداسين، ۽ هميشہ لاءِ غلامي جي غار ۾ گذاريندا سون.

هن ڪتاب ۾ پڻ اهڙين ڳالهين جي نشاندهي ڪئي وئي آهي، جيئن اسان کي ايڪي جي اهميت جي خبر پوي، ۽ اسان انهيءَ راه تي، پنهنجي ۽ پنهنجي ڌرتيءَ لاءِ نجات ڳولهي سگهون.

منهنجي هن ڪتاب ۾ برهمڻ دور کان وٺي، ٽالپرن جي دور تائين، هر ان دور جو جائزو ورتل آهي، جنهن ۾ اسان سنڌواسين جو پنهنجو راڄ ڀاڳ هو، پنهنجون حڪومتون ۽ سلطنتون قائم هيون، پوءِ اسان تي ڌاريا حملي آور ٿيا، ۽ اسان جي خودمختياريءَ تي قابض ٿيا، ۽ اسان مفتوح قومن جي قطار ۾ شامل ٿي وياسون.

ڌاريا اسان تي ڪيئن قابض ٿيا؟ اسان ڇو هارايو...؟؟ مون پنهنجي وِت ۽ وَس آهر، انهيءَ موضوع تي بحث ڪري، حقيقت بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. مان پنهنجي ڪوشش ۾ ڪيتري قدر ڪامياب ويو آهيان، انهيءَ جو فيصلو مهربان پڙهندڙن کي ڪرڻو آهي. مان پنهنجي محترم پڙهندڙن جي راءِ جو منتظر رهندس.

هي منهنجي پهرين ڪاوش آهي، جنهن ڪري ٿي سگهي ٿو تہ ڪي ڳالهيون رهجي ويون هجن. دوستن کي گذارش آهي تہ، اهي منهنجي ڪوتاهين جي نشاندهي ڪن، تہ جيئن مان ٻئي ڇاپي ۾ درستيون ڪري سگهان.

سيني سهڪاري ساٿين، محترم غلام محمد لاکو، منير سولنگي، مقصود گل، امام راشدي ۽ افسر زمان انڙ جو ٿورائتو آهيان ۽ ها نور احمد ميمڻ ۽ ڀاءُ انعام عباسي جو بہ، جن جي ساٿ ۽ سهڪار سان منهنجي هيءَ ننڍڙي محنت ڪتاب جي صورت ۾ پڙهندڙن جي هٿن تائين پهتي آهي.

**اڪرام ساگر عباسي**

عباسي هائوس، نئون ديرو

لاڙڪاڻو سنڌ.

**سو پکي، سو پيجرو، سو سر، سوئي هنجھ،**
**پيھي جان پروڙيو، مون پنھنجو منجھ،**
**ڏيل جنھنجو ڏنجھہ، سو ماري ٿو منجھ ڦري.**
**(شاھہ رحہ)**

"جيڪڏهن محمود غزنوي، اسلام پکيڙڻ لاءِ نئين ڪنڌ تي سترنهن حملا ڪيا، ته اهو ان لشڪر سان مغلن جي هڪ جماعت به هندستان موڪلي ها، اسلام جي تبليغ لاءِ سرڪاري ادارو قائم ڪري ها، اسلام جي اشاعتي ڪم لاءِ سرڪاري طور سرواڻي ڪندي، ان مقصد لاءِ فنڊ مهيا ڪري ها. اسلام جي حمايت ۽ هندو عقيدن جي تڪذيب لاءِ ڪتاب لکرائي ها، هندستان ۾ اسلام جي حقانيت ثابت ڪرڻ لاءِ مذهبي مباحثن جو انتظام ڪري ها. تاريخ شاهد آهي، ته ان اهڙي قسم جو ڪو به پروگرام نه ناهيو هو."

**پروفيسر عزيز الدين احمد**

(پنجاب اور بيروني حمله آور،
ص، 17)

# برهمڻ جي هار

پاڻي ڪانُ ڪمان ۾، ميان مار، مَ مون،
مون ۾ آهين تون، متان تنهنجو ئي توڪي لڳي.
(شاهه رحہ)

سونهاريءَ سنڌ کي پاڙيسري ملڪن کان تہ هميشہ ڏاڍ، جَبر ۽ حملا تحفي ۾ مليا آهن، پر ست سمنڊ پار ۽ ڪوهين دور ملڪن بہ وَسئون ڪين گهٽايو آهي. سنڌ تي گهڻا ۽ شروعاتي حملا ايران کان ٿيا هئا، ۽ يَمني حملي جو بہ پتو پوي ٿو. پر سنڌ ملڪ جي تاريخ جو باقاعده سلسلو راءِ گهراڻي کان ملي ٿو. ان دور ۾ ايران کان بہ حملا ٿيا، پر اهي پنهنجا پير ڄمائي نہ سگهيا. ان کان پوءِ سنڌ تي مسلسل عربن چڙهايون ڪيون. اسلام جي آمد کان پوءِ عرب جي جزيري کان ٻاهر عربن جيڪي هٿ پير هنيا ان ۾ سنڌ انهن جي مسلسل نشاني تي رهي. خلافت راشده جي وچين زماني ۾ عرب ايران ويڙهه ۾ سنڌين پاران ايرانين جي مدد جو بنياد بڻائي، پهريون حملو عثمان بن ابي عاص ثقفي جي اڳواڻي ۾ ٿيو. جيڪو بحرين ۽ عمان جو والي هو. ٻيو حملو حڪم بن عمرو تغلبي ڪرايو. جنهن ديبل تي حملو ڪري ڪافي مال هٿ ڪيو هو. ان وقت سنڌ ملڪ جو والي راجا ڇَچ هو ۽ ديبل جو گورنر ديوائج جو پُٽ ساميا هو. اهڙي طرح بعد ۾ ٽئين ۽ چوٿين خليفي ۽ امير معاويہ جي دور ۾ سنڌ جي طرف عربن جون چڙهايون ٿيون، پر اڳين حملن جيان سندن پويان حملا بہ ناڪام ويا. سنڌ جا ماڻهو سنڌ جي آزاديءَ ۽ بقا لاءِ وڙهندا ۽ مرندا رهيا ۽ ٻاهرين چڙهائي کي ڪامياب ٿيڻ نہ ڏنائون.

خليفي وليد بن عبدالملڪ جي وقت ۾ بہ ٽي حملا ٿيا، جن ۾ فاتحن جا بہ سپہ سالار عبيدالله بن نبهان ۽ بديل بن طهفہ، ديبل وٽ وڙهندي سنڌي

لشڪر هٿان مارجي ويا. ان ريت عربن کي لاڳيتو شڪست ملندي رهي. ڊاڪٽر دائودپوٽي جو خيال آهي تہ عبيدالله اهو ساڳيو شخص آهي، جنهن جي مزار عبدالله شاهہ جي نالي سان ڪلفٽن تي موجود آهي. ان کانپوءِ حَجاج بن يوسف ساڳئي خليفي جي زماني ۾ هڪ وڏو ڪَٽڪ سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ روانو ڪيو. جنهن جي سپہ سالاري سندس سوٽ محمَد بن قاسم ٿي ڪئي ۽ هر روز حَجاج بن يوسف طرفان ڪيس مدد ۽ پاليسي ٿي پهتي. اهو عربن جو آخري ۽ سخت حملو هو. جنهن ۾ کين سنڌ ۽ ويجهڙائي وارن علائقن تي فتح نصيب ٿي. ان حملي ۾ عربن سنڌ کي ڪيئن فتح ڪيو ۽ اهي ڪهڙيون ڪمزوريون هيون جنهن جي ڪري برهمڻ جي حڪومت کي هار پلئہ پئي؟

هيٺ اسين ان بابت تفصيلي اپياس ڪنداسين.

## الف- مذهبي ڇڪتاڻ:

انسان جي ذهن تي بہ شيون هميشہ حاوي پئي رهيون آهن: هڪ قوم، ٻيو مذهب.

ڪڏهن ڪڏهن قوم جي خاطر انسان پنهنجي مذهب کي پاسي تي رکي، قومپرستيءَ جي نظريي جو پوئلڳ بڻجي غيرمذهب وارن سان ڪلهو ڪُلهي ۾ ملائي، پنهنجي قوم جي بقا، بچاءَ ۽ وقار لئہ جنگ پئي وڙهيو آهي، تہ ڪڏهن مذهب جي جنون ۾ اچي، مذهب جي ريتن ۽ رسمن کي بچائڻ لاءِ نہ رڳو قوم کي پاسيرو رکيو اٿائين پر پنهنجي قوم ۽ وطن لاءِ وڏو هاڃيڪار ثابت پئي ٿيو آهي.

مذهبي ڪٽرپڻي ۾ هو سڀ ڪجهہ وساري ويهندو آهي. ڀاءُ جو قاتل ڀاءُ، پيءُ جو دشمن پٽ ۽ پيءُ جو پٽ سان وير- اهي سمورا تحفا انسان کي جن عنصرن ڏنا آهن انهن عنصرن ۾ مذهبي جنونيت بہ شامل آهي. جنهن قوم ۾ جنون پرستي وڌي ويندي آهي تہ، اها قوم هزارها سال غلاميءَ مان پاڻ کي پالهو ڪري نہ سگهندي آهي.

اڄ کان ڪافي صديون اڳ، جڏهن سنڌ جي بادشاهي راءِ گهراڻي جي هٿ هيٺ هئي. راءِ گهراڻي جو عقيدو ٻُڌ ڌرم سان لاڳاپيل هو. آرين جي وقت

۾ برهمڻ مذهب وارن ڪافي زور ورتو هو. انهن مان انسانيت جا اُهڃاڻ ميسارجي چُڪا هئا. ان مذهبي وٺ پڪڙ ۽ پيچيدگيءَ سبب عوام برهمڻن جي خلاف اٿي کڙو ٿيو. هر موڙ ۽ واٽ تي، انسانن جو بيپناهه رت وهيو. 563 ق-م ڌاري نيپال جي ڪپل وستو رياست جي ساڪيا راجا سڌوڌن جي پٽ سڌارٿ، جو پوءِ 'گوتم ٻُڌ' جي نالي سان مشهور ٿيو، ان هڪ نئون نظريو ۽ فڪر ڏنو. جنهن جي مرڻ کان پوءِ ان جو جوڙيل فڪر ٻُڌ ڌرم بنجي سنڌ تائين پهتو. راءِ گهراڻي جا بادشاهه پڻ ان ڌرم جا پوئلڳ هئا. پر انهن ۾ مذهبي ڪٽرپڻو ڪونه هو. انهن ڪنهن به انسان سان پنهنجي ڌرم خاطر وير نه وڌو. ڇو جو انهن کي خبر هئي ته، اهي ڌرمي فساد وطن ۽ قوم لاءِ ڪيڏا نقصانڪار ٿيندا آهن. ان جي ڪري انهن جي دورِ حڪومت ۾ مذهبي آزادي هئي. هر دين ۽ ڌرم وارو پنهنجي پنهنجي طور طريقي سان پوڄا پاٺ ڪندو هو. مطلب ته ان دور ۾ سرڪاري مذهب ٻُڌ ڌرم هو. ۽ سنڌ جي عوام جو اڪثر حصو به ان ڌرم سان لاڳاپيل هو.

ٻُڌ ڌرم جيئن ته امن، پيار ۽ ڀائيچاري لاءِ ئي وجود ۾ آيو هو، ان ڪري انهن جو نصب العين ئي انسانيت جي خدمت رهيو هو. ذات پات ۽ ڌرمي ويڇن کي ڪابه اهميت ڪونه هئي. ٻُڌ ڌرم جي لاءِ شروعات کان ئي اسان کي اهڙا حوالا ملن ٿا.

جناب جي- ايم- سيد لکي ٿو ته: "سنڌي سماج جي خصوصيت رواداري پئي رهي آهي. جنهن موجب تعصب رکڻو ناهي ۽ هڪٻئي سان ڀائرن جهڙو ورتاءُ ڪرڻو آهي. آرين هندستان ۾ اچڻ کان پوءِ ماڻهن کي چئن طبقن، (برهمڻ، کتري، ونش ۽ شودر) ۾ ورهائي ڇڏيو. شودرن کي داس يا اڇوت به سڏيو ويندو هو. جنهن ۾ اڪثر اڳوڻن ماڻهن (اڻ آرين) جا فرد شمار ڪيا ويندا هئا. انهن سان ڪاڌو پيتو ته ڪونه ڪيو ويندو هو، پر انهن جي هٿ لڳل شيءِ کي به پليد سمجهيو ويندو هو. ڪن جاين تي انهن جي اچڻ تي بندش هئي. ڪن کوهن مان پاڻي ڀري نه سگهندا هئا ۽ ڪن گهٽين مان سندن لنگهڻ جي منع هوندي هئي. پر سنڌ ان مرض کان ٻُڌ ڌرم جي اثر سبب گهڻي قدر آزاد هئي." (1)

هندستان ۾ ايڏي ڪشمڪش هجڻ جي باوجود، سنڌ ۾ امن ۽ انصاف

پڻي رهيو ۽ هتي هر ڌرم جو احترام ڪيو ويندو هو. هت هر مسئلي کي انسانيت جي بنيادن تي حل ڪرڻ کي وڌيڪ اهميت ڏني ويندي هئي. مذهبي چڪرن ۾ اچي ٻين فرقي وارن سان ظلم ۽ ڏاڍ نہ ڪيو ويندو هو. جو تہ هتي ان وقت جي قديم آثارن، مثلاً هندن جا مندر، ٻڌن جا اسٽوپا ۽ آشرم، مسلمانن جون مسجدون ۽ جين ڌرم وارن جي مرڪزن مان اهڙي سُڌ پوي ٿي.

جيتوڻيڪ سنڌ جي پاڙيسري ملڪن ۾ مذهبي ڇڪتاڻ چوٽ چڙهيل هئي- پر زماني جي لاهن چاڙهن پنهنجي مقرر وقت تي ڦيرو پئي کاڌو. راءِ خاندان جي بادشاهن بہ پنهنجو وقت پورو ڪري، حڪومت جون واڳون پنهنجي وارثن جي حوالي ڪري پاڻ تخت تان لهي، تختيءَ تي وڃي ٿي سُمهيا. انهن مان ڪي تہ پنهنجي موت مُئا، تہ ڪي وري جنگ جي ميدان ۾، ڌارين حملي ڪندڙن سان مهاڏو اٽڪائي وطن ۽ قوم لاءِ سِر ڌڙ جي بازي لڳائي ٿي امر بڻيا. راءِ گهراڻي جي آخري بادشاهہ جي وقت ۾ سِيلائج برهمڻ جو پٽ چچ پنهنجي ڏاهپ ۽ هوشياريءَ جي ڪري حڪومت جي اهم اميرن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. چَچ جيئن تہ خط و ڪتابت جو ماهر هو، ان ڪري جلدي بادشاهہ ان کي پنهنجو پرائيويٽ سيڪريٽري مقرر ڪيو. پر چَچ جو ستارو اڃا بہ وڌيڪ بخت وارو هو. سو پنهنجي سُونهن، جوانيءَ ۽ برهمڻ هجڻ ڪري، (برهمڻ اميرن جي حمايت سبب) وڃي سنڌ جي بادشاهي ماڻيائين. هي بادشاهہ جيئن تہ برهمڻ هو، ان جو پيءُ سيلائج هڪ وڏو تپشي هو. ۽ اهڙي طرح ان کان پوءِ سنڌ جي بادشاهي ٻڌڌرم مان ڦري برهمڻن جي هٿ چڙهي وئي. ان ڪري سنڌ ۾ ان بادشاهہ کان پوءِ برهمڻن زور ورتو. برهمڻن ۾ جيئن تہ مذهبي جنون حد کان وڌيڪ هئو جيئن ئي سنڌ جي حڪومت جون واڳون انهن جي هٿن ۾ آيون، تيئن ئي هنن مذهب جو پرچار، زور شور سان شروع ڪيو. برهمڻن جي حڪومت اچڻ کان پوءِ مفاد پرست ماڻهو پنهنجا مفاد حاصل ڪرڻ ۽ منصب ماڻڻ خاطر برهمڻ مذهب ۾ شامل ٿيڻ لڳا. ان وقت هڪ ئي گهر ۾ جيڪڏهن ٻہ ڀاتي هئا تہ انهن جا فرقا بہ مختلف هئا. هڪ ٻڌڌرم جو حامي هو تہ، ٻيو وري برهمڻن جو حمايتي. مطلب تہ گهر گهر ۾ مذهبي منافرت سبب باهہ ٻري وئي. پاڻ وڻائڻ خاطر ڀاءُ ڀاءُ کان نفرت ڪرڻ

لڳو. اهڙيءَ طرح سنڌواسين ۾ اڳ جيڪا هڏي ۾ اتحاد هو اهو ڪمزور ٿيڻ لڳو. ڪنهن جو بہ ڪنهن ۾ وِيساهہ ڪونہ رهيو. بي اعتباري وڌي وئي. سنڌ ۾ جيڪو امن ۽ سڪون هو سو ڊانواندول ٿي ويو. جيتوڻيڪ راجا ڇَچ برهمڻ خاندان مان هُجڻ جي باوجود بہ آزاد خيال هو ۽ ان ۾ بہ اڳين بادشاهن جيان مذهبي تعصب ڪونہ هو. ڪنهن بہ اهڙي فتني ۽ فساد ۾ سندس شموليت ڪونہ هئي. ايئن ڪٿي چئجي تہ هن بادشاهہ جا بہ راءِ گهراڻي جي بادشاهن جيان، مجبور انسانن جي رت ئسان هٿ رڱيل ڪونہ هئا.

ڇَچ جي ڌرمي آزادخيالي لاءِ سنڌ جي تاريخ ۾ ٻہ مثال ئي ڪافي آهن. هڪ تہ سندس ڀاءُ راجا چندر، جيڪو ٻُڌمت جو پروهت هو، ان کي عبادتگاهہ مان اٿاري پنهنجو نائب مقرر ڪيائين. ڇَچ نامي جي مصنف لکيو آهي تہ:

"ڇَچ پنهنجي ڀاءُ چندر ڏانهن اعتماد جوڳو ماڻهو موڪلي چوايو تہ، "سيلائج جي خدا اسان کي هن دفعي راجائي ڏني آهي ۽ وڏي بادشاهت منهنجي حڪم هيٺ آئي آهي. تنهن ڪري، منهنجي مرضي آهي تہ توکي اروڙ جي تخت گاهہ ۾ پنهنجو نائب مقرر ڪري، پنهنجو ولي عهد بنايان ۽ توکي پڻ حڪومت ۾ دينداري، امانت، پرهيزگاريءَ ۽ عبادت ڪرڻ ڪري ھيٺو ٿيڻو ثواب ملندو."

جيتوڻيڪ چندر حڪومت ۾ شامل ٿيڻ کان پاسو ڪندو رهيو، پر آخر کيس 'اپيلن جي ڪورٽ' تي مقرر ڪيائين ۽ اروڙ جو مڪمل ضابطو سندس هٿ ۾ ڏيئي پنهنجو ۽ بادشاهيءَ جو ڪاروبار سندس حوالي ڪيائين." (2)

ڇَچ بذاتِ خود تہ برهمڻ هو پر راجا چندر ٻڌڌرم جو پوئلڳ هو. هُو سارو ڏينهن ٻُت خاني ۾ پنهنجي خدائن جي عبادت ۾ مشغول رهندو هو. پر راجا ڇَچ ڌرمي اختلافن هوندي بہ هن کي ملڪ جي ڀلائيءَ لاءِ، 'اپيلن جي ڪورٽ' ۾ جَج مقرر ڪيو. ان ڪورٽ ۾ حڪومت جي هر ماڻهوءَ خلاف اپيل داخل ڪري سگهجي پئي. اهڙي عهدي تي راجا ڇَچ هڪ مختلف ڌرم واري کي رکي ثابت ڪيو تہ. هن کي ڌرم نہ پر، ملڪ ۽ ان جي عوام سان همدردي ۽ پيار هئو.

ٻيو واقعو سندس شاديءَ جو آهي. راجا ڇَچ جڏهن برهمڻ آباد جو قلعو فتح ڪرڻ ويو تہ، ان جنگ ۾ برهمڻ آباد جو تخت نشين مارجي ويو. فتح پائڻ

ڪان پوءِ راجا چَچ ان جي زال سان شادي ڪئي. اها عورت مڙس مرڻ ڪان پوءِ رنڙ ٿي وئي هئي. ان وقت ۾ هڪ رنڙ عورت سان شادي ڪرڻ ڪي وڏو عيب جو ڪم ۽ گناهه ڪان خالي ڪونہ سڏيو ويندو هو، ۽ وڏي ڳالهہ تہ اها عورت بہ ٻڌڌرم جي پوئلڳ هئي. پر راجا چَچ ڌرمي ديوار ڪي ٽوڙيو ۽ عورت جو حق تسليم ڪيو.

انهن ڳالهين مان ثابت ٿئي ٿو تہ، راجا چَچ انسان دوست ۽ وطن پرست هو ۽ رياست جي معاملن تي اها انسان دوستي ۽ وطن پرستي غالب رهي. نيٺ راجا چچ بہ پنهنجو وقت پورو ڪري فطري موت مُئو. راجا چَچ جي مرڻ ڪان پوءِ سندس ڀاءُ راجا چندر سنڌ جي تخت جو وارث بنيو. جيئن تہ اسان مٿي چئي آيا آهيون تہ، راجا چندر ٻڌمت جو پوئلڳ هو ۽ هُو سارو ڏينهن عبادت ۾ گذاريندو هو. بادشاهيءَ تي ويهڻ ڪان پوءِ بہ، هُن ۾ ڪو فرق نہ آيو. پر هن ويتر حڪومت جي زور تي، عام ماڻهن ڪي پنهنجي ڌرم ۾ شامل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. راجا چچ جي وقت ۾ جيڪي بہ ماڻهو برهمڻ بڻجي ويا هئا. راجا چندر وري انهن ڪي ٻُڌ ڌرم ۾ واپس موٽائڻ لاءِ ڌرم جي پرچار تي زور ڏنو. سيد سليمان ندوي لکي ٿو تہ،

”راجا چَچ ڪان پوءِ راجا چندر تخت تي ويٺو. هي ٻڌڌرم جو پرجوش پيروڪار هو ۽ جن ماڻهن پهريون پنهنجو مذهب ڇڏي ڏنو هو، انهن ڪي طاقت سان ٻُڌ بڻائڻ شروع ڪيو.“ (3)

راجا چندر جي انهيءَ قدم کڻڻ ڪان پوءِ ضرور برهمڻ فرقي وارن احتجاج ڪيو هوندو ۽ ڪي ڪوششون وٺي انهن ڪي روڪڻ لاءِ اُپاءُ ورتا هوندا. پر جيئن تہ ان وقت سنڌ ۾ تاريخ نويس ڪونہ هئا، تنهن ڪري يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ، پوءِ واري لکيل عربن جي تاريخ اهڙن واقعن ڪي اهميت نہ ڏيندي نظرانداز ڪيو آهي. پر اسان اج اهو تجزيو ڪري سگهون ٿا تہ، ان واقعي ڪان پوءِ يقيناً برهمڻن سنڌ ۾ خوف ۽ هراس پکيڙيو هوندو. ان لاءِ پڪ سان چئي سگهي ٿو تہ، ان وقت ۾ برهمڻن ڪان وڌيڪ مذهبي ڪٽرپڻو سنڌ جي ٻين فرقن ۾ ڪونہ هو. منهنجي مطالعي مطابق تہ، برهمڻن جي خاموشي ناممڪن آهي. تاريخ ۾ اهڙن واقعن جو ڪيترين جاين تي اشارو پڻ ڪيو ويو آهي. جن مان اسان اج اهڙو اندازو ڪرڻ ۾ حق بجانب

آهيون. سيوستان جو سردار ’متو‘ قنوج جي راجا وٽ صلاح ڪرڻ ويو ۽ ان کي هرسائڻ لڳو. جنهن ۾ سنڌ جي سُونهن ۽ خوشحاليءَ سان گڏ راجا چندر جي تنگ نظري، بغض ۽ ڪيني جي سبب پيدا ٿيل فسادن جو ذڪر ڪندي چيائين ته،

”راجا ڇَچ مري ويو. هاڻي هُن جي گاديءَ تي سندس ڀاءُ ويٺو آهي، جو راجا ڪونهي، بلڪ هڪ عابد، راهب آهي. ناستڪ ٻُڌ ڌرم جو پوڄاري آهي ۽ سارو ڏينهن ڌرمي پوڄارين سان گڏ مندر ۾ ويٺو رهي ٿو. جتي سواءِ مذهبي بحث ۽ رياضت (تپسيا) جي، هُن جو ڪو ڪم نه ٿو ٿئي. جيڪڏهن فقط ڪا ٿوري فوج موڪلي وڃي، ته به ان تي فتح حاصل ٿي سگهي ٿي. جيڪڏهن اوهين هُن جو ملڪ هن کان کسي مون کي ڏيو ته، آءٌ وچن ٿو ڪريان ته، ساليانو ڍل ادا ڪندو رهندس.“ (4)

سيوستان جو سردار ’متو‘ منهنجي خيال ۾ برهمڻ هو، جيڪو رڳو ڌرمي تعصب جي ڪري، ڌارين کان مدد وٺي فوج جو وڏو ڪٽڪ ڪاهي آيو پر راجا چندر ان بغاوت سان مڙس ٿي مقابلو ڪيو ۽ وڏي بهادريءَ سان حڪومت جا اُپاءُ وٺي، فوج کي نئين سر سنواري انهن دشمنن سان مُنهن ڏنو. پر اهي هڄائون به سندس ئي، مذهبي جنون جون پيدا ڪيل هيون. ان کان پوءِ راجا چندر به پنهنجي موت مري ويو ۽ سنڌ جي تخت جو والي راجا ڇَچ جو پُٽ راجا ڏاهر ٿيو. جيڪو وري پنهنجي پيءُ جي مذهب جو پيروڪار هئو. اهڙي طرح برهمڻن کي پنهنجي مذهب پکيڙڻ لاءِ، هي هيو موقعو ملي ويو. ان مذهب جي ڇتاڀيتيءَ به آخر وڃي رنگ لاتو، ۽ اهوئي ٿيو، جيڪو اهڙن جهڳڙن جو نتيجو نڪرندو آهي. يعني بدامني، بي آرامي، لٽ مار ۽ غارت گيري...!

حڪومت جو نظام درهم برهم ٿي ويو. عوام روزمره جي فسادن مان بيزار ٿي پيو. هيٺيون پيڙجندڙ طبقو جيڪو ٻڌ ڌرم جو حامي هو، مجبور ٿي ڌارين کي ڪاهون ڪرڻ جون دعوتون ڏيڻ لڳو. اهڙي دعوت جو ذڪر، خاص ڪري تاريخ ۾ نيرون ڪوٽ وارن جو ڄاڻايل آهي. ڇو ته نيرون ڪوٽ ۾، ٻڌ ڌرم وارن جي اڪثريت هئي. مولائي شيدائي لکي ٿو ته،

”نيرون ڪوٽ وارن اڳيئي حَجاج کي ڪاهه ڪرڻ لاءِ دعوت نامون مُڪو هو. محمدَ بن قاسم جڏهن شهر کي ويجهو پهتو تڏهن شهر وارا تحفا سان

ڪٿي سندس استقبال ڪرڻ آيا."

سماجهڙي سنڌ ڏرتيءَ تي سوين سال گڏ رهندڙن ۾ آخر ڏرمي اختلاف ويڇا وجهي ڇڏيا. انهن مان قوم ۽ وطن جو سچو جذبو نڪري ويو. پيار، محبت ۽ ڀائيچاري سان گڏ رهڻ بجاءِ، انهن ۾ دشمنيءَ جو زهر ڀرجي ويو. هنن رڳو پنهنجي ڏرم جي رعايتن سبب ڌارين سان اڳ ئي ناهه ڪري ڇڏيو. انهن کي تحفا ۽ سُوکڙيون ڏئي وڏا استقبال ڪري اُتساهيو ۽ راهه جا سمورا ڪنڊا انهن جي اچڻ کان اڳ ئي هِنن ٻهاري ڇڏيا هئا. سنڌي قوم جي بهادرن ۽ جنگجوئن کي وڙهڻ کان روڪڻ لاءِ بہ هنن پنهنجي ڏرم جي آڙ ورتي (جنهنجو ذڪر اڳتي ايندو). ڪيترين ئي ڪوڙين ڪٿائون ٺهرائي کين ساڻو ۽ بزدل بنائي ڇڏيو. ايتري قدر جو جڏهن، دشمن در تي اچي پهتو تہ ان سان مقابلي ڪرڻ لاءِ عوام، حڪمرانن جي ڪابہ مدد نہ ڪئي. انهن ويتر اختلافي ڳالهين تي زور ڏنو. مولائي شيدائي لکي ٿو تہ،

"جيئن روم ۽ ايران جي باهمي جنگين ساساني شهنشاهيت ۽ مشرقي بيزانطون سلطنت کي ڪمزور ڪري ڇڏيو هو. تيئن سنڌ ۾ سمنيہ ۽ برهمڻن جي باهمي دشمنيءَ نہ رڳو ڏاهر جي حڪومت کي اڌوهي وانگر ڪمزور ڪري ڇڏيو هو، پر مروج مذهب جي اعتقادن کي بہ ڪمزور ڪري ڇڏيو هو. عوام الناس کي حڪومت سان همدردي ڪانہ هئي." (6)

ٻُڌ ڏرم ۽ برهمڻن جي اندروني تضادن مان عربن خوب فائدو ورتو. عرب ٻُڌ ڏرم وارن کي ڪجهہ سهولتون ڏيئي برهمڻن جي ڪمزورين کان واقفيت حاصل ڪندا هئا. انهن جي هڪٻئي سان دُشمنيءَ جي ڪري عرب فتح سان سرشار ٿي پنهنجا حوصلا بلند ڪري اڳتي وڌندا ٿي رهيا. جڏهن بہ عربن کي ڪنهن مشڪل سان مُنهن ڏيڻو ٿي پيو تہ، ٻُڌ ڏرم وارن انهن جي هر مدد ٿئي ڪئي ۽ اهڙي طرح برهمڻن ۽ ٻُڌ ڏرم وارن جي باهمي ڇڪتاڻ سنڌين جي هار جو سبب بنجي وئي.

## ب- بين الاقوامي تعلقات ۾ ويڳاڻپ:

راجا ڏاهر جي دور ۾ عرب هڪ باقائدي سپرپاور جي حيثيت ۾ ابري آيا هئا، انهن جو مڪران تي قبضو ٿي چڪو هو ۽ افغانستان ۾ خلافت جي

حاڪميت قائم ٿي چڪي هئي. اهڙي طرح سنڌ جي حيثيت سرحدي رياست جي بلڪ هڪ لحاظ کان هند عرب جي وچ ۾ هڪ بفر اسٽيٽ جي وڃي رهي هئي. اهڙي صورتحال ۾ مڪران ۾ عربن جي باغي گورنر ۽ ان جي راڄ علافين کي سنڌ ۾ پناه ڏيڻ دانشمنديءَ وٽان نہ هو. اهڙي طرح ساموندي ڌاڙيلن جي ڪارواين خلاف سرد مهري عربن کي چيڙائيندڙ هئي- ڇاڪاڻ تہ سمنڊ جي بين الاقوامي روٽن جو تحفظ ان وقت بہ بين الاقوامي تعلقات جو بنياد هو. عرب منڊ کان وٺي سنڌين جي پاران عرب خلاف ايرانين جي مدد تي چڙيل هئا ۽ ان بنياد تي هو سنڌين کي دفاعي پوزيشن ۾ رکڻ لاءِ ڪيترا دفعا سنڌ تي حملا ڪري چڪا هئا اهڙي حالت ۾ غيرجانبداري ۽ سيڪيولر نظريي جي بنياد تي مضبوط فوجي سگھ سان سنڌ جي خودمختياري کي دائم رکڻ جون ڪوششون ٿي سگھيون پئي ليڪن راجا ڏاهر جي بي توجهي ايئن ٿيڻ نہ ڏنو.

## ج- راجا ڏاهر جي بي توجهي:

جڏهن اسان برهمڻ جي شڪست جا راز ڄاڃيندا سين تہ، هڪ ڪردار اسانکي راجا ڏاهر جو بہ نظر ايندو.

پر منهنجو خيال آهي تہ، راجا ڏاهر عقل ۽ سمجھ کان ڪم گھٽ ورتو ۽ رڳو جوتشين، نجومين ۽ صلاحڪار وزيرن جي چڪر ۾ ڦاٿو رهيو. جيڪي سندس وفادار ۽ همدرد ڪونہ هئا. اڄ جڏهن تاريخ ۾ اسان انهن صلاحڪارن جون صلاحون پڙهون ٿا تہ، انهن ۾ سچائي ۽ بهادري نہ، پر بزدلي پئي بکي. ڪڏهن ستارا راجا ڏاهر جي لڙائيءَ تيءَ نڪرڻ جي موافق ڪونہ هئا تہ ڪڏهن وري ڪيس حالتون اجازت نہ پيون ڏين. راجا ڏاهر بہ ستارن ۽ بُرجن جي انتظار ۾ دشمن کي ڇُوٽ ڇڏي ڏنو. ۽ جيسين ستارا ۽ حالتون راجا ڏاهر جي فائدي ۾ ٿين ئي ٿين، تيستائين ڌاريا سنڌ تي قابض ٿيندا رهيا. راجا ڏاهر کي ڪهڙيءَ ريت صلاحڪارن غلط صلاحون ۽ مشورا ڏنا ۽ ڪهڙي طرح راجا ڏاهر انهن جي پيروي ڪندو رهيو، اهو واضح ڪرڻ لاءِ، اسان وٽ ڪافي مثال آهن جيڪي هيٺ بيان ڪجن ٿا.

ڦيريون ڦيريون عربي لشڪر جڏهن ديبل تي حملو ڪرڻ لاءِ اچي رهيو

هو تہ، ڏاهر جي پٽ جيسينہ، راجا کان انهن کي روڪڻ جي اجازت گُهري ۽ راجا ڏاهر جڏهن اها صلاح محمد علافيءَ (ڏسو ضميمو:I) سان ڪئي تہ، هن پنهنجي قوم جي بهادريءَ جا قصيدا ڳائڻ شروع ڪيا. محمد علافيءَ ڏاهر کي چيو تہ،

"محمّد بن قاسم حَجاج جو سوٽ آهي. هن سان بهادر لشڪر ساڻ آهي، جي ناليرا بهادر، شريف زادا ۽ جنگي جوڌا آهن. جن چوپڌ گهوڙن ۽ پورن هٿيارن سان توهان جي لڙڻ واسطي توجه ڪيو آهي. خبردار! ان جي سامهون نہ ٿجو! ڇاڪاڻ تہ هن وقت شام کان هڪ ماڻهو آيو آهي، جنهن ٻڌايو آهي تہ، عرب جي لشڪر جو هڪ هڪ سوار ڏاهر کان انتقام وٺڻ آيو آهي." (7)

راجا ڏاهر، محمّد علافيءَ کان عرب لشڪر جي ايڏي واکاڻ ٻڌي هيٺو ٿي پيو ۽ پنهنجي پٽ کي روڪيائين تہ عربن سان جنگ نہ ڪري. راجا ڏاهر نہ رڳو جيسينہ کي منع ڪئي، پر ديبل وارن لاءِ وڏيڪ فوج بہ ڪانہ موڪلي. جڏهن تہ راجا ڏاهر تي حاڪم هجڻ جي ناتي فرض پيو ٿئي تہ، ديبل وارن تي ڏارين جي لشڪر جي چڙهائيءَ جو ٻڌي انهن لاءِ جوڳو انتظام ڪري ها. جڏهن تہ ديبل وارن پنهنجو پاڻ تي ڀاڙي دشمن جو سٺن ڏينهن تائين مقابلو پڻ ڪيو ۽ نيٺ مجبور ٿي، اٺين ڏينهن وچي قلعي بند ٿيا.

اٺين ڏينهن اوچتو قلعي مان هڪ برهمڻ نڪتو، جنهن قلعي تي فتح پائڻ لاءِ عربن کي صلاح ڏني. (جنهنجو ذڪر اڳتي ايندو) ۽ قلعو فتح ٿي ويو. اهڙي طرح ديبل جو قلعو صرف راجا ڏاهر جي بي توجهيءَ سبب عربن جي قبضي ۾ اچي ويو. ان کان پوءِ عرب لشڪر نيرون ڪوٽ ڏانهن راهي ٿيو. مير علي شير قانع لکي ٿو تہ،

"راجا ڏاهر جو پٽ جيسينہ اڳيئي نيرون ڪوٽ ۾ موجود هو. ديول (ديبل) جي فتح جو ٻڌڻ کان پوءِ راجا ڏاهر هن کي (جيسينہ کي) گهرائي برهمڻ آباد ۾ رهايو." (8)

مٿي بيان ڪيل ڳالهين مان اٿين ٿو معلوم ٿئي تہ، جڻ راجا ڏاهرَ کي رڳو پنهنجي پٽ جي بچائڻ جو فڪر هو. نہ ڪا ڪيس عوام سان همدردي هئي ۽ نہ نيرون ڪوٽ جي قلعي سان دلچسپي...!

نيرون ڪوٽ جو گورنر ان وقت راجا ڏاهر جي دربار ۾ موجود هو. راجا ڏاهر هُن کي بي يار و مددگار، سواءِ ڪنهن لشڪر جي اڪيلو نيرون ڪوٽ جي حفاظت لاءِ موڪليو. جيڪو اڳ ئي حَجاج کان معافي وٺي، پناهه وٺي چڪو هو. ان جي اچڻ کان اڳ قلعي وارا مرڪز کان مدد نه ملڻ ڪري، قلعي بند ٿي ويهي رهيا. محمّد بن قاسم کي قلعي تي قابض ٿيڻ لاءِ ڪيترا ئي ڏهاڙا لڳي ويا پر فتح پائي نه سگهيو. پاڻيءَ جي کوٽ سبب کيس ڪيترين ئي مشڪلاتن سان مُنهن ڏيڻو پئجي ويو. نيٺ راجا ڏاهر طرفان آيل گورنر اچي قلعي جو در کولايو. اهڙيءَ طرح محمّد بن قاسم نيرون ڪوٽ جي قلعي تي فتح پاتي. اهڙي طرح عربن نيرون ڪوٽ کان پوءِ 'موج' ڏانهن وک وڌائي. جتي هڪ شمني رهندو هو ۽ رعيت جي اڳواڻي ڪندو هو. جيڪو 'بجيرا' پاران اتي مقرر ٿيل هو. موج جا ماڻهو ٻڌ ڌرم جا پوڄاري هئا. جيڪي ڪنهن جي به رت وهائڻ کي پاپ سمجهندا هئا. تن ڌرم جي واسطي سان 'بجيرا' ڏانهن پيغام موڪليو ته اسان جي ڌرم ۾ جنگ ڪرڻ جي منع آهي ۽ هن لشڪر سان پڄڻ جي سگهه به اسان وٽ ڪونه آهي. تنهن ڪري اسان کي انهن سان ناهه ڪرڻ جڳائي. بجيرا ان پيغام ملڻ کان پوءِ به، نه انهن کي اجازت ڏني نه ئي عرب لشڪر سان جنگ ڪرڻ لاءِ فوج موڪلي. جنهن جي ڪري انهن ناهه ڪري ڇڏيو.

ان کان پوءِ عرب لشڪر سيوستان جي قلعي تي هلان ڪئي، جتي بجيرا نالي گورنر رهندو هو. جيڪو چندر جو پٽ ۽ راجا ڏاهر جو سوٽ هو. ان به اڪيلي سر عرب لشڪر سان مُنهن ڏنو. پر ستن ڏينهن کانپوءِ ساٿو ٿي پيو ۽ سيوستان مان ڀڄي سيسم جي قلعي ۾ اچي پناهه ورتي. محمّد بن قاسم به سيوستان کان بجيرا جو پيرو کنيو. سڌو سيسم جي قلعي تي اچي ڪڙڪيو. جيڪو قلعو ڪاڪي چني جي غداريءَ سبب بغير ڪنهن لڙائيءَ جي فتح ٿي ويو ۽ بجيرا ۽ سندس ساٿي جبل ڏانهن ڀڄي ويا. سيسم جي قلعي فتح ٿيڻ کان پوءِ محمّد بن قاسم ننڍا خواهه وڏا ڪوٽ فتح ڪندو رهيو. ان سان ساري وقت ۾ ڪنهن به سُپر طاقت مهاڏو نه اٽڪايو هو. ۽ راجا ڏاهر به خاموش ويٺو رهيو. ان ڪنهن جي به مدد ڪونه ڪئي، ۽ نه ئي وري پنهنجي دفاع لاءِ ڪو جوڳو انتظام ڪيو. رڳو ستارن جي موافق ٿيڻ جو

انتظار ڪندو رهيو. هوڏانهن محمّد بن قاسم وڏي نظم و ضبط سان ۽ لشڪر کي قريل مال سان نوازيندو سنڌ تي قابض ٿيندو رهيو.

راجا ڏاهر کي محمّد بن قاسم جي هر حرڪت جي سُڌ به هئي، پر هو خاموش ٿي سڀ ڪجھ ٻُڌندو رهيو. نيٺ اچي ڪاتي سندس ڪنڌ تي ڪڙڪي. حجاج جي چوڻ تي ته، "هيٺ قلعن کان پاسو ڪري مهراڻ ندي ٽپي سڌو ڏاهر سان مقابلو ڪر." (9)

تنهنڪري هو پنهنجو ارادو ترڪ ڪري اوڏانهن راهي ٿيو. هاڻي راجا ڏاهر ۽ محمّد بن قاسم جي لشڪر جي وچ ۾ صرف مهراڻ ندي هئي. محمّد بن قاسم مهراڻ نديءَ جي ويجهو رهندڙن کي اڳ مڃائي ۽ انهن کان هر طرح جي مدد ڪرڻ جا واعدا ورتا. ان علائقي جو چڱو مڙس موکو پٽ وسايو جو هو (جنهن جو ذڪر اڳتي ايندو). هن مددگار ٿيڻ جو يقين ڏياريو. ان کان پوءِ محمّد بن قاسم راجا ڏاهر ڏي چوائي موڪليو ته،

"تون خودمختيار آهين، لنگهي جيڪڏهن درياءَ اچين ته، رستو کليل آهي ۽ ڪابه روڪ نه آهي. نه ته ٻي صورت ۾ رستو کليل رکو ته عربن جو لشڪر درياءَ ٽپي توهانجي سامهون ٿئي." (10)

راجا ڏاهر هميشه جيان صلاحڪارن سان صلاحون ڪرڻ لڳو. جيتوڻيڪ هن ٻيري سياڪر وزير ڪيس سُهڻي صلاح ڏني، پر راجا ڏاهر ان تي ڪوبه عمل نه ڪيو. سواءِ ان جي ته، هن عربن کي خودمختيار ڇڏي ڏنو. جن مهراڻ ٽپي وڙهڻ کي وڌيڪ ترجيح ڏني. سنڌو درياءَ ٽپڻ کان اڳ محمّد بن قاسم پنهنجي لشڪر کي، وڌيڪ منظم ڪيو. عربن جو لشڪر وڏي تڪليف سان سنڌو درياءَ پار ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. ان وچ ۾ راسل نالي هڪ سپه سالار عربن تي حملو به ڪيو پر هو ڪامياب نه ويو. ان کان پوءِ راجا ڏاهر جيسينه کي لشڪر ڏيئي عربن تي راتاهو هڻڻ لاءِ موڪليو. پر اهو به جان بچائي موٽي وڃي راجا ڏاهر سان مليو. جيسينه جي موٽي وڃڻ کان پوءِ عرب رسد نه ملڻ سبب سخت ڏڪار جو شڪار ٿيا. ايتري قدر جو جيڪو به گھوڙو بيمار پئي ٿيو، سو ڪُهي ٿي کاڌائون. ۽ گھوڙن لاءِ گاھ جي ڪمي ٿي وئي ۽ گاھ جي ملڻ سبب ڪيترائي گھوڙا موت جو شڪار بنجي ويا. اها خبر جڏهن راجا ڏاهر کي پئي ته ڏاڍو خوش ٿيو ۽ وڏائيءَ ۾ اچي

محمدّ بن قاسم ڏي همدردانہ طور صلاح موڪليائين تہ، مان توهان ڏي سيڌو سامان موڪليان، جيئن اوهان کي واپس وڃڻ ۾ تڪليف نہ ٿئي. راجا ڏاهر جي اهڙي سوچ تي تعجب ٿو ٿئي جو، حملہ آور سان رعايت جو پيو سوچي ۽ ويچاري. اهو راجا ڏاهر رڳو اجائي خوشفهميءَ ۾ مبتلا ٿي ڪري ڪيو، نہ تہ راجا ڏاهر کي اهڙو قيمتي موقعو هٿان وڃائڻ نہ گُهربو هو. ان وقت بہ همدردي ڪرڻ بجاءِ جيڪڏهن راجا ڏاهر هڪ وڏو لشڪر ساڻ ڪري، عرب لشڪر تي حملو ڪري ها تہ بہ فتح ماڻي ها پر هن عقل بجاءِ جذبات کان ڪم ٿي ورتو. نيٺ عرب بہ منزلون طئي ڪندا اڳتي وڌندا پئي آيا. هاڻي راجا ڏاهر ۽ محمدّ بن قاسم جي وچ ۾ رڳو اٺ فرسنگ (هڪ ميل) وڃي بچيو هو. پر پوءِ بہ هُو اجائي مڳيءَ ۾ رهي انهن کان لاغرض ٿي، شطرنج ۽ چوپڙ راند ۾ مشغول رهيو. جڏهن جاسوس کيس خبر ڏني تہ دشمن در تي اچي پهتو آهي، پر پوءِ بہ راجا ڏاهر صلاحون ڪندو رهيو. صلاحڪارن پوءِ بہ چيس تہ اڄ بہ ستارا تنهنجي فتح جي موافق ڪونہ آهن. پر راجا ڏاهر تاريخ ۾ بزدل سڏجڻ کان بچڻ جي خاطر، ميدان ۾ نڪتو جيتوڻيڪ راجا ڏاهر جا ڪيترا ئي سپہ سالار ساڻس غداري ڪري، محمدّ بن قاسم جا همراه وڃي بڻيا هئا. هاڻي جڏهن راجا ڏاهر دشمن کي ڪمزور ٿيندي ڏٺو، تڏهن اجائي هٺ ۾ مبتلا ٿي ويو. هوڏانهن عرب لشڪر کي عراق کان موڪليل مدد بہ اچي پُڳي. عرب لشڪر هڪ وڏو حملو ڪري راجا ڏاهر کي ماري وڌو. راجا ڏاهر جي موت لاءِ، تاريخ ۾ اختلاف آهي. مان تحفه الڪرام واري راءِ کي وڌيڪ مضبوط سمجهندي، انهيءَ کي اهميت ڏيان ٿو. مير علي شير قانع لکي ٿو تہ،

”محمدّ بن قاسم لشڪر کي تيرن وسائڻ جو حڪم ڏنو. قادر جي قدرت سان هڪڙو تير وڃي راجا ڏاهر کي نڙيءَ ۾ لڳو ۽ هُو مري ويو.“ (11)

اهائي هئي عربن ۽ سنڌين جي فيصلہ ڪن لڙائي، جنهن ۾ رڳو راجا ڏاهر جي هٺ سبب، ڪتيل جنگ بہ هارجي وئي. راجا ڏاهر جيترو بهادر هو ۽ جيترو سندس لشڪر هو ۽ جيڪڏهن اوترو ئي عقل ۽ حوصلي کان ڪم وٺي ها، وهمن ۽ وسوسن ۾ مبتلا ٿي، بُرجن ۽ ستارن جي بدلجڻ جي انتظار ڪرڻ ۾ وقت نہ وڃائي ها تہ، جيڪر صورتحال ساڳي نہ رهي ها.

ان جنگ جي هارجڻ ڪان پوءِ جيڪو سنڌ جي ثقافت، تهذيب، ٻوليءَ ۽ سماجي حالتن تي اثر ٿيو، اهو اڃا سُوڌو توهان ۽ اسان آڏو آهي.

راجا ڏاهر جيڪڏهن ايڏي مغروري ۽ بي توجهي نه ڪري ها ته ضرور فتح ماڻي ها. عربن جي ان لشڪر لاءِ، جيسين ۽ سندس لشڪر ئي ڪافي هو. اها سموري دشمني راجا ڏاهر سان جوتشين ۽ نجومين ڪئي، ۽ راجا ڏاهر به احساسِ ڪمتري ۽ وهمن ۾ مبتلا ٿي سندن پيروي ڪندو رهيو.

## د- دفاعي طاقت:

سنڌ جي تاريخ ۾ ڪٿي به باقاعدي فوجي سڪيا ورتل لشڪر جي سڌ ڪانه ٿي پوي. وقت سر ضرورت پوڻ مهل اهو رواج هوندو هو ته مخصوص قبيلن ڪان، حملي آورن کي منهن ڏيڻ لاءِ ماڻهو گهرايا ويندا هئا. جيڪي سواءِ ڪنهن جنگي سڪيا جي، پوري خلوص ۽ پنهنجي قوم جو مانُ مٿاهون ڪرڻ لاءِ دشمن سان مهاڏو اٽڪائيندا هئا.

عربن سنڌ تي چوڏنهن ڀيرا حملا ڪيا، جن مان تيرنهن دفعا، هو شڪست ڪائي واپس ٿيا. آخر چوڏهين دفعي اهي پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ويا. ان جو مٿي بيان ٿيلن سببن سان گڏ، هي به هڪ ڪارڻ هئو ته اسان وٽ ان وقت ڪا به سڪيا ورتل فوج موجود ڪانه هئي. هيٺ اسين سنڌين جي فوجي سگهه ۽ عربن جي فوجي قوت بابت وضاحت ڪنداسون، جنهن مان پڙهندڙ بخوبي اندازو ڪري سگهندا.

### (1) عربن جو جنگي فن:

عرب جڏهن به ڪنهن ملڪ تي چڙهائي ڪندا هئا ته، پهريان پنهنجي سپاهين کي جهاد ڪرڻ ۽ ان ۾ شهيد ٿيڻ يا غازي ٿيڻ بابت گهڻيون ئي سمجهاڻيون ڏيندا هئا. وقت جو خليفو پنهنجي خطبن (تقريرن) جي وسيلي سندن خون ۾ جوش ۽ ولولو پيدا ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪندو هو جن ۾ عرب لشڪر جي سورهيائي ۽ ڪيل فتوحات جو گهڻي انداز سان ذڪر هوندو هو. اهي خطبا ايترا ڏينهن هلندا رهندا هئا، جيستائين سندن جذبو، چوٽي جي حد تائين نه پهچندو هو. ۽ جنگ جي ميدان ۾ هو فوج کي مختلف

حصن ۾ ورهائيندا هئا. هر حصي تي نامور سپہ سالار مقرر ڪندا هئا. ميدان جي چئني پاسن تي جدا جدا دستو مقرر ٿيل هوندو هو، جن جا سپہ سالار بہ جدا جدا هوندا هئا. اهڙيءَ طرح رضاڪارن جو بہ هڪ دستو هوندو هو جن مٿان پڻ جدا سپہ سالار مقرر هوندو هو. جيڪو جنهن پاسي کي ڪمزور سمجهندو هو تہ ان طرف رضاڪارن کي شامل ٿيڻ جو حڪم ڏيندو هو. عرب جتي بہ ڇانوڻيون هڻندا هئا تہ، پنهنجي خيمن جي چوڌاري خندقون کوٽيندا هئا.

ان کان سواءِ سندن نظم و ضبط بہ سخت هوندو هو. دشمن ڀلي حملو ڪري اچي، پر پنهنجي ضابطن ۽ طريقہءِ ڪار جي ڪنهن بہ حالت ۾ ڀڃڪڙي ڪونہ ڪندا هئا ۽ جڏهن لشڪر سامان سڙو کڻي ڪنهن ملڪ تي ڪاهيندو هو تہ، اڪثر ڪري لشڪر جي چُرپُر (نقل حرڪت) جو اختيار مرڪز پاڻ وٽ محفوظ رکندو هو. مرڪزي حڪم کان سواءِ لشڪر جي سپہ سالار کي ڪنهن بہ مهم جي شروعات ڪرڻ جي اجازت ڪونہ هوندي هئي. ايتري قدر جو لشڪر جي ڇانوڻي هڻڻ جي جڳهہ بہ، مرڪز جي مرضيءَ مطابق مقرر ڪئي ويندي هئي. جتي جتي لشڪر پهچندو هو، اتان جي نقشي، آب هوا، پاڻي ۽ گاهہ بابت مرڪز کي آگاهہ ڪيو ويندو هو، ۽ پوءِ مرڪز پاران جيڪو حڪم جاري ٿيندو هو ائين ڪيو ويندو هو.

عربن جي سنڌ جي مهم دوران حجاج بن يوسف جي لکيل خطن مان معلوم ٿئي ٿو تہ، جڏهن عرب لشڪر جي اڳواڻي، محمد بن قاسم نہ پر، حجاج بن يوسف ڪري رهيو هو. ايتري قدر جو ديبل جي پسگردائي ۾ محمد بن قاسم ستت ڏينهن انهيءَ لاءِ ترسيل هو جو روز خطن ۾ اچا بہ انتظار ڪرڻ جو حڪم هوندو هو. مولائي شيدائي لکي ٿو تہ

"ان ۾ شڪ ناهي تہ محمد بن قاسم دمشق جي فوجي مڪتب ۾ تعليم ورتي هئي، ۽ پنهنجي فوجي قابليت جو ثبوت سنڌ ۾ وارد ٿيڻ کان اڳ ڏيئي چڪو هو. مگر سنڌ جي فتوحات وقت هو حجاج بن يوسف ثقفي جي حڪمن موجب نقل حرڪت ڪرڻ لڳو. ڪيس وقتاً فوقتاً، حجاج وٽان حڪم ملندو هو. اهڙي طرح هو پاڻ بہ پنهنجن ڪارگذارين کان حجاج کي واقف ڪري سندس حڪمن جو انتظار ڪندو هو." (12)

ان کان سواءِ عربن وٽ سنڌين کان هٿيار پنهوار بہ گهٽي انداز ۾ هئا، ۽ جيڪڏهن ڪٿي بہ ڪوٽ محسوس ٿيندي هئي تہ، حجاج پاران اها هڪدم پوري ڪئي ويندي هئي، ان وچ ۾ اهڙي ڪابہ گهڙي نظر ڪانہ ٿي اچي جنهن ۾ مرڪز ۽ لشڪر وچ ۾ رابطو ٽٽو هجي.

عرب جنگ جي ميدان ۾ صف بندي ۾ مقابلو ڪندا هئا، ۽ جتي بہ ڪو سپہ سالار مارجي پوندو هو تہ، هڪدم ٻيو سپہ سالار مقرر ڪيو ويندو هو ۽ لشڪر ساڳئي نموني ان جي پيروي ڪرڻ لڳندو هو. جنگ جي اهڙي حڪمت عمليءَ ڪي ڏسي سنڌين تي ڏاڍو گهرو اثر پوندو هو.

## (2) سنڌين جو جنگي هنر:

سنڌين جي جنگ ڪرڻ جو طريقہ ۽ ڪار بہ عجيب هو. هو ميدان جنگ ۾ ايندا هئا تہ، گهنڊ ۽ واجا وڄائيندا ايندا هئا. گوڙ سبب دشمن جا گهوڙا ٿاهہ ڪائي پوئتي هٽڻ لڳندا هئا، ۽ ڌارين سپاهين کي ڊپ ۽ خوف وڪوڙي ويندو هو. جيڪڏهن ضرورت محسوس ڪندا هئا تہ، دشمن سان گهوڙن ۽ هاٿين تان لهي بہ جنگ وڙهندا هئا. تاريخ ۾ ڪيترين جنگين ۾ سنڌين جو هڪ ٻئي جي چيلهين سان رسا ٻڌي جنگ ڪرڻ جي بہ سڌ ملي آهي. ميدان ۾ موجود لشڪر هڪ ٻئي جي چيلهين ۾ رسا ٻڌي جڏهن جنگ ڪندو هو تہ، دشمن دنگ رهجي ويندا هئا. بدنصيبي چنجي جو برهمڻن جي دور حڪومت وقت سنڌين ۾ نہ ايڪو ۽ ٻڌي رهي هئي، ۽ نہ ڪا سکيا ورتل فوج هئي. هنن پنهنجي مدد پاڻ ڪرڻ جي بنياد تي جنگ لڙي. پوءِ وٽن جيتري بہ سگهہ ۽ طاقت هئي اها استعمال ڪري ڌارين سان مقابلو ڪندا رهيا.

سنڌ جي تاريخ ۾ اگر ڪٿي بہ اهڙي ڪمزور دفاعي حالت نظر نہ ٿي اچي، جهڙي برهمڻ دور جي پڇاڙيءَ ۾ هئي. ايچ- ٽي- لئمبرڪ جي هيٺين سٽن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ ان وقت سنڌ ڪيتري ڪمزور حالت مان گذري رهي هئي. هو لکي ٿو تہ

”جيتوڻيڪ ڏاهر جي بادشاهي لاءِ چيو ويو آهي تہ اها مضبوط بنيادن تي قائم ٿي چڪي هئي، پر معلوم ٿئي ٿو تہ هو بحرانن سبب همت هاري ويٺو هو. هو پنهنجي وزير کان مشورو گهري ٿو جيڪو هڪ فصيح ۽ بليغ

تقرير ۾ طريقي ڪار جا به مختلف رستا ٻڌائي ٿو. ان هوندي به ڏاهر آخر ۾ فقط اهو اعلان ڪري ٿو ته هو پنهنجي بيعزتيءَ تي موت کي ترجيح ڏيندو، پر هو اجا به اها ڳالهه نه ٿو سمجهي سگهي ته ڇا ڪجي." (13)

وقت جي حاڪم جا اهي مايوس ڪندڙ لفظ سندس سموري سگهه جي سڌ ڏين ٿا. هڪ هڪ ٿي سنڌ جا مضبوط قلعا فتح ٿيندا رهيا، پر راجا ڏاهر انهن ڏانهن لشڪر توڙي هٿيارن جي ڪابه مدد ڪانه موڪلي. مغربي سنڌ جي جنگجو 'چنا' قبيلي جي قري وڃڻ جو سبب به اهو معلوم ٿي رهيو آهي ته، انهن جي ڪنهن به سرواڻي ڪانه ڪئي. ان وقت سنڌ جي سگهه محض ڪٽري گروهه تي مخصوص هوندي هئي جن کي به، نه ڪا جنگ ڪرڻ بابت تعليم ڏني ويندي هئي، ۽ نه ئي وري ڪو اهڙو ادارو هوندو هو، جنهن ۾ انهن کي هٿيارن هلائڻ ۾ مهارت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪا سکيا ڏني ويندي هجي. بس رڳو اهي ويڙهاڪ هئا، ۽ جنگ جي ميدان ۾ سر تان هٿ کڻي سر ڌڙ جي بازي هڻندا هئا. عربن جي اچڻ وقت اندروني اختلافن سبب اها سگهه به راجا ڏاهر وڃائي ويٺو هو.

هٿيار به سنڌين وٽ نه هجڻ جي برابر هئا، سپاهين وٽ زرهون، نيزا، تيرڪمان، تلوارون، ڀالا، برڇيون، گيڏن جون ڍالون ۽ جڏهن ته عربن وٽ انهن کان سواءِ ٻرندڙ تير به هئا، جيڪي جتي به لڳندا هئا ته، اتي باهه لڳي ويندي هئي ۽ ڪين منجنيقون به ساڻ هيون، جيڪي مضبوط قلعن کي به ڪيرائي وجهنديون هيون.

ظاهر آهي ته جڏهن ڪوبه ٻي يار مددگار هوندو آهي ۽ پوءِ ڀلي اڪيلي سر ڪيڏو به بهادر يا ويڙهاڪ ڇو نه هجي، پر ضرور هار کائي پوندس.

## هه- ڪاڪو چنو:

هر قوم لاءِ بيوقوف ۽ جاهل ماڻهو وڏا نقصانڪار ثابت ٿيندا آهن. انهن جي هر عمل سان قوم کي وڏو نقصان رسندو آهي، پر ڪڏهن ڪڏهن عقلمند ۽ ڏاها سڏجڻ وارا به انهن کان گهٽ ثابت ناهن ٿيندا. جڏهن ته قوم جي بقا جو دارومدار ئي انهن جي سياڻپ ۽ هوشياريءَ تي هوندو آهي، ۽ انهن جي هر قول ۽ فعل تي قوم وڏيون منزلون طئي ڪري پنهنجي ڏاهن، بهادرن ۽ پنهنجي

خوشحاليءَ جو نالو روشن ڪندي آهي. پر جڏهن انهن جي ذهن ۾ ڏاهپ جي جاءِ خوف ۽ لالچ اچي پريندي آهي تہ انهن کان وڏيڪ ٻيو ڪوبہ هاڃيڪار ناهي ٿيندو.

هاڻي راجا ڏاهر جي دور تي سرسري نظر وجهون تہ، ان وقت سنڌ جي ڏاهن ڪهڙو ڪردار ادا ڪيو آهي جن جي ڪڍ سنڌي عوام هئو. جن جي رڳو اشاري ڪرڻ تي، عوام پنهنجا سِر ڪٽي ترڪيءَ تي رکڻ لاءِ بہ تيار هو.

راجا ڏاهر واري وقت ۾ سنڌ اندر ڪاڪي چني نالي هڪ وڏو داناءُ انسان رهندو هو. سنڌ جا ماڻهو ان جي پيروي ڪرڻ ۾ پنهنجي نجات سمجهندا هئا. اهو واقعي حالتن جي جائزي وٺڻ ۾ وڏي مهارت رکندو هو. ان دور ۾ اهو وڏو سياستدان ڪري ليکيو ويندو هو. اهو جيڪڏهن چاهيندو هو تہ، ڪنهن بزدل ۽ گيديءَ کي بہ پنهنجي سياسي چالاڪين سان وڏو بهادر بڻائي ڇڏيندو هو. پر جڏهن عربن سنڌ تي حملو ڪيو تہ، هن پنهنجي صلاحيتن مان سنڌ کي ڪوبہ فائدو ڪونہ رسايو. ويتر راجا ڏاهر جو مخالف بنجي، سندس مٿير مڙسن کي ڪانئر بڻائڻ لڳو. محمّد بن قاسم جڏهن فتح جا نغارا وڄائيندو اڳتي ٿي وڌيو تہ، هُڏاپور جا بهادر، جيڪي ڪاڪي چَني جا پوئلڳ هئا، اهي لڙائيءَ لاءِ تيار ٿيا. مگر ڪاڪي چني انهن سان عجيب احوال ڪري، سندن دلين ۾ وهمن جا انبار وجهي ڇڏيا. مير علي شير قانع لکي ٿو تہ،

”هُڏاپور جي ماڻهن وڃي ڪاڪي چَني کي چيو تہ، اسان کي اجازت ڏي تہ، اسلام جي لشڪر تي راتاهو ڏيون. ڪاڪي چيو تہ، مون نجومين کان ٻُڌو آهي تہ، هي ملڪ اسلام جو لشڪر فتح ڪندو، ۽ انهيءَ جو وقت بہ هي آهي. تنهن ڪري اهو خيال هرگز دل ۾ نہ آڻيو.“ (14)

ڪاڪي چَني جي اهڙي جواب ٻڌڻ کان پوءِ بہ اهي پنهنجي ارادي تي اٽل رهيا، ۽ پنهنجي لشڪر کي هٿيارن سان ليس ڪري عربن جي طرف وڌيا. جڏهن سڏ پنڌ تي اچي پهتا تہ، اهي رستو ڀُلجي ويا. رات جو سارو وقت جهنگ ۾ دربدر ٿي ڇنڊ ٽولن ۾ ورهائجي ويا ۽ صبح جو پاڻ کي سيسم واري قلعي جي هيٺان ڏٺائون. انهن جي ذهن ۾ جيڪي خدشا ڪاڪي چني پريا هئا انهن بہ ڦٿڻ شروع ڪيو ۽ اهي اهڙا تہ وهمي بنجي

ويا جو، ڪاڪي چَني جي ھدايل ڳالھين کي سورنھن آنا سچ سمجھي، پاڻ کي ھيٺو ۽ ڪمزور سمجھڻ لڳا. جيتوڻيڪ اھا سموري واردات انھن سان اونداھيءَ رات سبب ٿي ھئي.

ان کان پوءِ ھُو مجبور ٿي وري ڪاڪي چَني سان صلاح ڪرڻ آيا. ڪاڪي چَني بہ انھن کي ھمٿائڻ ۽ چُست ڪرڻ بجاءِ وڌيڪ سياٿپ کان ڪم وٺندي، انھن کي ساٿو ڪري ڇڏيو، ۽ پنھنجا ماضيءَ ۾ ڪيل ڪارناما وڏي رنگ ۽ ڍنگ سان کين ھدائڻ لڳو. چَچ نامي جي مصنف لکيو آھي تہ،

”جڏھن ھو ڪاڪي چَني وٽ واپس پھتا تہ، ڪاڪي انھن کي صلاح ۽ پنھنجو ارادو ھُدائيندي چيو تہ، توھان کي معلوم آھي! مان بھادري، مردانگي، ھمٿ ۽ دانائيءَ ۾ جڳ مشھور آھيان ۽ توھان وٽ رھي ڪيترين ئي مشڪلاتون حل ڪيون اٿم. ليڪن ھُڏ مذھب وارن ڪتابن ۾ نجومين جي حساب سان ائين حڪم ٿيل آھي تہ، ھندستان اسلامي لشڪر جي ھٿان فتح ٿيندو. تنھن ڪري مون کي سندن استقبال ڪرڻ جو ارادو آھي.“ (15)

ڪاڪي چَني کي پنھنجي ڏاھپ جي زور تي جڏھن پرڪ پئجي وئي تہ، ھند ۽ سنڌ اسلامي لشڪر ھٿان فتح ٿيندو. تنھن ڪري ھن پنھنجو پلو ان ۾ جاتو تہ، عربن سان ٺاھ ڪري انھن کان ساڳي عزت برقرار رکڻ جا واعدا ۽ اقرار ورتا وڃن. ھن پاڻ سان ڪيترن ئي بھادرن کي عربن جي حمايت تي راضي ڪيو ھو، ۽ محمّد بن قاسم بہ جڏھن ڏٺو تہ، سواءِ جنگ ڪرڻ جي، اسان جي طرف دوستيءَ ۽ صلح جو ھٿ وڌائين ٿا تہ ڏاڍو خوش ٿيو. انھن کي وڏا انعام ۽ اڪرام ڏيئي سندن دل رکڻ جي ڪوشش ڪيائين ۽ ھندستاني ڪپڙي جي وڏي سروپاءِ کين پارائي.ڪاڪي چَني ان جي عيوض عربن کي راز ھُدائي انھن جو حوصلو بلند ڪيو ۽ ھر ڏکئي وقت ۾ ھر ممڪن مدد ڪرڻ جو يقين ڏياريو. چَچ نامي جو مصنف لکي ٿو تہ،

”ڪاڪي، محمّد بن قاسم کي احوال ڪندي چيو تہ، مان تنھنجي تابعداري ڪئي آھي ۽ توکي نصيحت ڪندو رھندس. جيترو ٿي سگھندو اوترو مددگار رھندس. دشمنن ۽ بدخواھن جي ختم ڪرڻ ۾ تنھنجو رھبر ٿيندس.“ (16)

ان کان پوءِ ڪاڪي چَني هڪ لشڪر تيار ڪيو. جنهن سان هُو لٽ مار ڪندو رهيو. تاريخ ۾ اسان کي اهڙو اشارو ملي ٿو ته،

”ڪاڪي مخالفن تي حملو ڪري ڏاڍا ڏوڪڙ، ڪپڙا، وَهٽ، (ٻِوڙ) غلام ۽ اناج غنيمت ۾ هٿ ڪيو. جنهن جي ڪري عرب لشڪر ۾ گوشت ۽ گاهه جي گهٽائي ٿي.“ (17)

ان مان اسان اهو اندازو ڪري سگهون ٿا ته، ڪاڪي چَني جي ساٿ کان اڳ ۾ عربن جي لشڪر کي ڪافي مسئلا سامهون هئا. جنهن جو حل ڪاڪي چني جي گڏجڻ کان پوءِ ٿيو. هن سنڌ کي ڪابہ حڪمت عملي تيار نہ ڪئي. نہ ڪو راجا ڏاهر سان صلاح مشورا ڪري گڏجي جنگ ڪرڻ جو سوچيو. رڳو عربن جي تنظيم ڏسي، ۽ انهن ۾ ايڪو، ہَڏي ۽ وڏو لشڪر ڏسي آڻ مڃي ويٺو.

## و- ڪجھ ٻيا ڪردار:

غدار ۽ وطن فروش هر قوم ۾ جنم وٺندا آهن. اهڙي طرح سنڌي قوم ۾ بہ اهي موجود هئا. راجا ڏاهر جي وقت ۾ غدارن جي غداري ڪرڻ بہ عجيب نموني جي هئي. انهن کي ٻن نمونن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هڪڙا اهي هئا، جن کي ڌرمي ويڇن سبب گهٽ حيثيت ملي، جنهن جي ڪري برسراقتدار حڪومت سان ٽڪر ۾ اچي ڌارين جا ايجنٽ بنيا ۽ ٻيا اهي هئا، جن اقتدار ۾ شموليت هجڻ جي باوجود بہ غداري ٿي ڪئي.

**الف:** ٻهرين ۾ عام ماڻهو هئا، ۽ ٻين ۾ خاص ڪري ان دور جا سپہ سالار آهن. انهن ٻنهي نمونن جو هيٺين ريت ذڪر ڪري سگهجي ٿو.

محمّد بن قاسم جڏهن سنڌ ۾، ٻهريون ٻهريون ديبل تي حملو ڪيو ته، ان جا رهاڪو قلعي بند ٿيءِ وقت بہ وقت عربن تي حملو ڪندا رهيا. اها سرد جنگ ستن ڏينهن تائين جاري رهي. ديبل وارن جو عقيدو هو ته، جيستائين ديبل مندر مٿان طلسمي جهنڊو جهولندو رهندو، تيستائين اسان تي ڪوبہ فتح پائي نہ سگهندو. سو ست ڏينهن عرب لشڪر قلعي تي فتح ماڻي نہ سگهيو ۽ ائين ڏينهن هڪ برهمڻ اچي پناهه ورتي ۽ سربستو احوال ڪيو ته،

”اسان کي پڪ آهي تہ سنڌ ملڪ اسلامي لشڪر کان فتح ٿيندو پر هن

بُتخاني جو جهندو طِلسم آهي ۽ جيستائين بُتخاني جو جهندو برقرار آهي، تيستائين هي قلعو هٿ اَچڻ امڪان کان ٻاهر آهي. تنهن ڪري بُتخاني جي چوٽي ڊاهڻ جي ڪوشش ڪجي. جيئن سندس جهندو ذرا ذرا ٿي وڃي ۽ فتح حاصل ٿئي." (18)

محمّد بن قاسم ان برهمڻ جي صلاح مجيندي ايئن ئي ڪيو. اڳ ۾ بُتخاني جي چوٽي ڊاٽي وئي ۽ پوءِ قلعي ۾ داخل ٿي ان تي قبضو ڪيو ويو.

ب: تاريخ جي مطالعي مان خبر پوي ٿي ته، وسايي کي حڪومت جي اهم اميرن ۾ شمار ڪيو ويندو هو. وسايي کي ٻه پٽ هئا. هڪ موڪو ٻيو راسل. راجا ڏاهر جي وقت ۾ اهي ٻئي ٻائر سپه سالار هئا ۽ راجا ڏاهر وٽ پاڻ وٽائڻ لاءِ هڪٻئي جي ضد ۾ اچي ويا هئا. پر راجا ڏاهر موڪي کان وڌيڪ راسل کي اهميت ڏيندو هو. موڪي گهڻيون ئي ڪوششون ڪيون، پر راسل کان اڳ وڌڻ ۾ ناڪام ويو. پوءِ جڏهن عربن سنڌ تي حملو ڪيو ته، موڪي شڪست جا آثار ڏسندي ۽ راجا ڏاهر وٽ پاءُ جي مقابلي ۾ گهٽ حيثيت ملڻ سبب، ۽ پنهنجي پاءُ راسل کان اڳ وڌڻ خاطر عربن سان صلح ڪرڻ ۾ پنهنجو ڀلو سمجهي ٺاهه ڪري چڏيو هو. جو ته ان کان اڳ محمّد بن قاسم سنڌ جي گهڻي حصي تي قابض ٿي چڪو هو. هاڻي هُو سنئون سڌو راجا ڏاهر سان جنگ ڪرڻ لاءِ، جيور جي طرف وڌيو. جيور جي پسگردائيءَ ۾ پهچي، محمّد بن قاسم موڪي ڏي قاصد موڪلي لالچايو ته،

"جيڪڏهن تون اسان جي بيعت ڪندين ته، جيور جو ملڪ توکي جاگير طور ڏجي ٿو، ۽ انهيءَ ملڪ تي تنهنجو قبضو تسليم ڪيو وڃي ٿو." (19)

موڪي وقت جو فائدو وٺندي ان صُلح جي آجيان ڪئي ۽ وڏي فرمانبرداريءَ سان محمّد بن قاسم کي يقين ڏياريو ته، "مون ۾ پڪ سمجهندا، پر صلح ڪرڻ جو ڪو طريقو ڪار ڳولهڻ گهرجي." پوءِ وڏو ڍونگ رچايو ويو. 'تحفتہ الڪرام' ۾ آهي ته،

"جيڪڏهن ايئن ئي هليو ايندس ته، ڏاهر جي عتاب هيٺ ايندس. باقي مان فلاڻي وقت، ڪجهه فوج ساڻ ڪري نڪري فلاڻي هنڌ ايندس ۽ توهان پنهنجي لشڪر کي مون تي ڪاهه ڪرڻ جو حڪم ڪريو. مان ٿورو جنگ جو نمونو ڪري، آخر عاجز ٿي گرفتار ٿيندس. نيٺ موڪوءَ اهڙي طرح سان

خدمت ۾ حاضر ٿي نوازش جو حقدار ٿيو ۽ رستي جو رهبر بڻيو." (20)

ان کان پوءِ موکو عربن جي لشڪر ۾ شامل ٿي، انهن جو هڏڏوکي بڻجي پيو ۽ ڀرپور مدد ڪندو رهيو. هر ممڪن ڪوشش ٿي ڪيائين ته، جيئن عرب سنڌ تي فتح پائي سگهن. محمد بن قاسم موکي کان، جاگير ۽ نوازش جي موٽ ۾ مهراڻ ندي پار ڪرڻ لاءِ، ٻيڙيون گهريون، جيڪي پڻ هن مهيا ڪري ڏنيون. انهن ٻيڙين ملڻ کان پوءِ محمد بن قاسم، سنڌ جي راجا سان مُنهن مقابل ٿيو.

وسايي جو ٻيو پٽ راسل پڻ جنگ جو ڍونگ رچائي محمد بن قاسم سان ساڳي طرح مليو. راسل پڻ پنهنجي ڀاءُ موکي جيان محمد بن قاسم سان گهڻي مدد ڪئي، ۽ کيس سُهڻن مشورن سان نوازيندو رهيو. پر راسل پنهنجي طمع پوري ٿيڻ کان اڳ ئي مري ويو، ۽ سمورو ڪاروبار وري اڪيلي سر موکي سنڀاليو.

راجا ڏاهر جي مري وڃڻ کان پوءِ، سندس پٽ جيسينه عربن کي هر واٽ تي تنگ ڪندو رهندو هو، ۽ اوچتا حملا ڪري عربن جي لشڪر کي ماريو ۽ ڦريو هليو ويندو هو. جيسينه مان جڏهن عربن جان ڇڏائڻ لاءِ سوچيو ته، موکي ڏي قاصد موڪلي صلاح ڪيائون ته ڇا ڪرڻ گهرجي؟ موکي صلاح ڏيندي چيو ته،

"جيسينه جي رهڻ جي جاءِ ويجهي آهي، هُن کي اتان تڙي ڪڍڻ کان سواءِ ٻيو ڪو به بهتر حيلو نه آهي. توهان کي پنهنجي لشڪر مان ڪي اعتماد جوڳا بزرگ موڪلڻ گهرجن، ته سندس اتان پاڙ پٽي ڪڍون." (21)

اهڙي طرح محمد بن قاسم موکي جي صلاح مطابق لشڪر موڪليو جنهنجي اڳواڻي هن پاڻ ٿي ڪئي. اها خبر ٻڌي جيسينه رڻ پٽ ڏانهن ڀڄي ويو. ان کان پوءِ به هي عربن سان هر لڙائيءَ ۾ ڪڏ وڙهندو رهيو

ٺ: ان کان سواءِ برهمڻن جي هڪ جماعت هلنديءَ جنگ ۾ اچي محمد بن قاسم کان اَمان گهري هئي. جن محمد بن قاسم کان ڪجھ ٻيا همراه وٺي راجا ڏاهر جي لشڪر تي پٺيان حملو ڪري ڏنو، جنهن جي ڪري سنڌي لشڪر کي ٻه طرفي جنگ ڪرڻي پئي. ان جماعت سنڌين جي لشڪر تي هڪ قسم جو گهيرو ڪرايو هو. ان جماعت آخري وقت ۾ سنڌي لشڪر

سان غداري ڪري، عرب لشڪر کي فتح سان سرشار ڪرايو.

اهي سمورا سبب هئا، جنهن جي ڪري برهمڻ حڪومت شڪست کاڌي. پر جيڪڏهن ٻُڌ ڌرم وارا عام ماڻهن کي حڪومت سان سهڪار ڪرڻ کان منع نہ ڪن ها ۽ راجا ڏاهر سستيءَ ۽ وهم پرستيءَ کي ڇڏي ڏني ها ۽ ٻيا بہ ان وقت جا ڏاها ۽ سپہ سالار لالچ ۽ طمع کان پاسو ڪري وطن جي دفاع لاءِ، عربن کان اهڙي شڪست پلئہ ڪونہ پوي ها.

پر جيڪڏهن اسان ٿڌيءَ دل سان ويهي، تاريخ جو مُطالعو ڪري، موجوده حالتن جو تجزيو ڪنداسون تہ، اڄ بہ ساڳيءَ طرح اسان ۾ اهي سمورا نقص لڀندا، جن جي ڪري صديون اڳ بہ هار کاڌي هئي سون ۽ جنهن جي لاءِ، شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ رح سبق ڏيندي چيو آهي تہ،

سو ڪَي، سو ڀِرو، سو سِرُ، سوئي هَنجھ،
پيهي جان پروڙيو، مون پنهنجو مَنجھ،
ڏيل جنهنجو ڏنجھ، سو مارِي ٿو مَنجھ ڦِري.

قريا پسي ڦيڻ، ڪرين ڪير نہ چڪيو،
دنيا ڪارڻ دين، وڃائي ولها ٿيا.
(شاه رحہ)

"ارغون بابر هٿان تهس نهس ٿي، قنڌار مان لڏو پٽي، ڪيئن اچي سبيءَ منجھ لٿا!. نظام الدين جي واصل بالله ٿيڻ ڪان پوءِ، ڪيئن تخت نشينيءَ جي سلسلي ۾ خانہ جنگيءَ جو آغاز ٿيو؟. صلاح الدين هڪ طرف ۽ فيروز ٻئي طرف ڪمزيءَ ريت، پنهنجي پنهنجي مدد ۽ مداوا لاءِ پيءُ- ڏاڏي جي آزاد ملڪيت مٿان پراون جا ڪٽڪ گهرائي اچي پهتا؟. سبيءَ جي خشڪ بريٽ بيابان مان بيزار ٿيل ۽ شال جي ويران ٽاڪرو ملڪ جا ڌڪاريل ارغون، ڪيئن سنڌين جي گهرو نفاق مان فائدو وٺي، پهرين ٽانڊي ڪاڻ اچي، پوءِ بورچي بڻجي ويهي رهيا؟. دريا خان دولہ ڪمزيءَ ريت سنڌ جي انهي غلاميءَ واري داستان جي سرخي کي پنهنجي خون سان رتولي، ظالمن جي دامن دائمي طرح داغي ڇڏي؟. الغرض اهي سيئي هاڃا ۽ اهي سمورا حادثا، اهي مڙئي ڦمر ۽ اهي سڀئي ڪلور، عطا جي پڙڏاڏي، پنهنجي گنهگار اکين سان ڏٺا هوندا."

**سيد حسام الدين راشدي**

(مثنويات هشت بهشت. ص، 89)

# سمن جي شڪست جا سبب

انهيءَ ڳالهه ۾ ڪوبہ شڪ ناهي تہ، سمن جو دور، سنڌ جي تاريخ جو سونهري دور آهي. ان دور جون واڳون سنڌ جي عوام، باصلاحيت فردن کي سونپيون، جن سچائيءَ ۽ حب الوطنيءَ سبب ڏينهن رات ڪوششون ڪري، سنڌ ڏرتيءَ جي لاءِ پاڻ پتوڙيو. مطلب تہ سنڌ جي تاريخ ۾ اهڙو شاندار دور ڪنهن بہ تاريخدان ڪنهن بہ ٻئي دور کي ناهي ڪوٺيو. انهيءَ دور ۾، سنڌ جي سداحيات سورمي دريا خان، شاھ بيگ ارغون جي پاءُ کي، ملڪ الموت جي حوالي ڪيو، ۽ ان جي باقي لشڪر کي ڇڙوڇڙ ڪري قنڌار پڄائي ڪڍيو. مخدوم بلاول جهڙي قومپرست ۽ خداترس صوفيءَ ساري سنڌ ۾، قوم پرستيءَ جو نظريو ڦهلايو. ان ساڳئي ئي دور ۾ محمود خان ۽ موٺن خان جهڙا ارڏا انسان پيدا ٿيا. جن پنهنجي جان وطن عزيز سنڌ ديس تان قربان ڪري، آزاديءَ جو جهنڊو بلند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. پر انهن سورمن جي سر سهائڻ کان پوءِ بہ، اسان جي ڪنڌ ۾ غلاميءَ جو ڳورو ڳٽ پئجي ويو. ان جا ضرور ڪي سبب هوندا. ضرور ايڏن بهادرن جي پيٽ ۾ وطن جا غدار بہ موجود هوندا، جن ڌارين حملي آورن سان مدد ڪئي هوندي ۽ سنڌ جي محب وطن پٽن جي ڪهائڻ لاءِ، ڪي صلاحون ۽ مشورا ڏنا هوندا ۽ ڌارين جا هر ڏکئي موڙ تي همدرد ۽ هڏڏوکي بڻيا هوندا. ان کان سواءِ ملڪ جي انتظامي ڍانچي ۾ بہ ڪي ڪوتاهيون هونديون، جن مان ڌارين حملي آورن خوب فائدو ورتو هوندو. اهي سبب ۽ ڪوتاهيون جاچڻ لاءِ، هيٺ مختصر جائزو پيش ڪجي ٿو. ان ريت اهي سموريون حقيقتون سامهون اچي وينديون.

شروع کان ئي سمن جي دور ۾ سنڌ ترقيءَ جي پيچري تي پير پاتو هو. جهڙيءَ طرح جوان ۽ حسين عورت، حريص مردن جي نظرن جو مرڪز رهندي

آهي، اهڙي طرح سنڌ ڌرتي جڏهن عرب سامراج جي چنبي مان آزاد ٿي ۽ سومرن جي وقت ۾ سنوارجي ۽ سينگارجي، سمن جي دور ۾ اوج کي پهتي تہ، دنيا جي ڦورن، لٽيرن ۽ غاصبن جي نظرن جو مرڪز بنجڻ لڳي. جيئن جيئن سومرن جو زوال ويجهو ايندو ويو ۽ سومرن جي آخري حاڪم همير جنهن لاءِ تاريخون لکن ٿيون تہ، هو وڏو ظالم، جابر ۽ وحشي هو، جنهن کي، 'فيروز الدين شاهہ ڄام انڙ اول' بري نموني شڪست ڏني، سنڌ ملڪ مان ڀڄائي ڪڍيو ۽ پاڻ سنڌ جو تخت ڌڻي بنجي ويٺو: اڍائي سالن کان پوءِ اهو سلطان پنهنجي حياتيءَ جا ڏينهن پورا ڪري، آخرت جي سفر لاءِ راهي ٿيو ۽ سنڌ جي تخت تي سندس پٽ 'صدر الدين ڄام بابينو' ويٺو. ڄام بابينو وڏو سورهيہ مرد هو.

همير سومرو جيڪو ٻيهر تخت حاصل ڪرڻ لاءِ، ڌارين جي مدد وٺي، تغلقن جو ايجنٽ بنجي وڙهندو رهندو هو. ڄام بابيني کي سدائين هڪ ئي آرزو رهندي هئي تہ، موقعو ملي تہ سنڌ ديس کي ڌارين جي غلاميءَ مان آزاد ڪجي. جنهن پنهنجي وقت ۾ همير سومري کي قتل ڪري، باقي سنڌ ديس کي آزاد ۽ خودمختيار ڪرڻ لاءِ ڀرپور وک وڌائي. اها خبر جڏهن ڌارئي سامراج تغلق کي پئي تہ ڄڻ ککر کي ڪڙو لڳو. محمد تغلق، گجرات ۽ منگولن کان فوجي مدد وٺي وڏو لشڪر سان ڪري سنڌ ملڪ تي وڏو ڪٽڪ ڪاهي آيو. جڏهن سنڌواسين جي سورهيائي پنهنجي اکين سان ڏٺائين تہ، سندس دل ڦاٽي پئي ۽ وقت کان اڳ ئي مري ويو. ان کان پوءِ فيروز شاهہ تغلق کي ڇڙوڇڙ لشڪر جي سنڀالڻ لاءِ، اتي ئي تخت تي ويهاريو ويو. جيڪو باقي بچيل فوج ساڻ ڪري واپس وريو ۽ هميشہ انتقام وٺڻ لاءِ، بدلي جي باهہ ۾ ٻرندو ۽ ڇڙندو رهيو. نيٺ هڪ ڏينهن بي انداز لشڪر هٿيارن سان ليس ڪري، سنڌ مٿان اچي ڪڙڪيو. جنهن کي پڻ سنڌ جي سپوتن، محمد تغلق کان بہ بدترين شڪست ڏني، اهڙو تہ سبق سيکاريو جو وري ڪنهن ملڪ تي ڪاهہ ڪرڻ جو سَت ئي نہ ساري سگهيو ۽ هڪ سچو مسلمان بنجي، سارو ڏينهن الله جي عبادت ۾ مشغول رهڻ لڳو.

ان شڪست کي تغلقن ”شيخ الاسلام صدرالدين ملتاني ۽ اُچ جي مخدوم جهانيان جهان گشت کي وچ ۾ آڻي فتح ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. انهن

صاحبن فيصلو ڪيو تہ، سنڌ ملڪ دهليءَ کي ساليانو ڀـ لک رپيا خراج ڏيندو. جام بابينو ۽ جام جوڻو دهليءَ هلي رهندا ۽ پـٺيان حڪومت سندن وارثن مان ڪوبہ ڪندو." (22) جنهن جي ڪري جام بابينو تخت ڇڏي دهليءَ هلئيو ويو ۽ پهريون ڀيرو سنڌ جي تخت تي جام تماچي ويٺو. اهڙي طرح سان سنڌ جا سلطان وقت بوقت مٿبا رهيا. ڌاريا شڪاري سنڌ جي سرسبز ۽ سهڻي زمين کي ڦهاڻڻ جون ڪوششون وري بہ ڪندا رهيا.

جام نندو جڏهن سنڌ جي تخت تي ويٺو تہ، بدنام زمانہ ۽ وحشي قوم ارغون سنڌ ديس کي غلام ڪرڻ لاءِ اکيون وڌيون. پر ان وقت جي غيور عوام جام نندي جي رهبري ۽ دريا خان جي سپہ سالاريءَ ۾ انهن درندن کي اهڙي سيکت ڏني جو جام نندي جي حياتيءَ ۾ ارغونن سنڌ ڏي نظر کڻي نهارڻ جي بہ همت نہ ڪئي. پر جڏهن هن وطن دوست ۽ قومپرست همت پرڻي سنڌ جي سلطان سان جنگ ڪرڻ جو ست نہ ساريائون تہ، اندروني طور پنهنجا گماشتا موڪلي سنڌواسين جي ايڪي ۽ ڀڏيءَ ۾ ڏار وجهڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا. ارغونن جي اندروني سازش اندر ئي اندر زور وٺندي وئي. آخر جام فيروز جي دور حڪومت ۾ ارغون پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيا. ظالم قوم جيڪي اسان جي مٿان ظلم، جبر ۽ ڏاڍ ڪيا، انهن کي اونداهو باب چئجي تہ وڌاءُ نہ ٿيندو. ارغونن اسان سنڌواسين تي ڪهڙي ريت فتح پاتي، تنهن جا سبب تاريخ ۾ هن طرح بيان ڪيل آهن.

## الف- جام فيروز:

سنڌ جي نامور محقق ۽ تاريخدان پير حسام الدين راشدي لکيو آهي تہ، "زمانو جيڪي ڪري ٿو ان لاءِ ضرور سبب ٿيندو آهي، ۽ اهو اِهو ٿيو جو گهراڻي جا ٻـ فرد ذاتي اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ تنگ دل ٿي هڪ ٻئي سان وڙهي پيا. ڪشمڪش هلي، فساد ٿيا، سبب ٺهي آيو. ڌارين کي موقعو ملي ويو. زماني، دستور مطابق، نہ فقط انهن ٻن کي بلڪ سڄي ملڪ کي سزا ڏني ڇڏي." (23)

جام نندي جي وفات کان پوءِ سلطنت جو والي سندس پٽ جام فيروز کي بٺايو ويو. جنهن تان جام صلاح الدين جهڙو مرد مجاهد سنڌ ڇڏي وڃي

گجرات ۾ رهڻ لڳو.

جڏهن ڪنهن قوم جو واڳون، ڪنهن نااهل، بيڪار ۽ بدچال حڪمران جي هٿ ۾ اينديون آهن، تڏهن ان قوم جي سچن محبِ وطن ۽ قومپرستن جي جاءِ تي غدارن ۽ وطن فروشن کي اهميت ۽ اوليت ملندي آهي. سنڌ جي عوام جڏهن جام فيروز کي سنڌ جي سلطنت جو تخت ڏٺي بٺايو، ان ڏينهن کان نه رڳو سمن جي سلطنت جي پجاڻي ٿي، پر سنڌ جي سموري عوام جي ڳچيءَ ۾ غلاميءَ جو زنجير پيو. جيڪا سنڌ آزاد ۽ خودمختيار هئي، اها اڄ وحشين ۽ لٽيرن جي ور چڙهي وئي. جام فيروز گيدي ۽ بڇڙو هو. هو اجان الهڙ جوان هو، جو تخت تي ويٺو. سارو ڏينهن حڪومتي ڪاروبار کان لاپرواهه بنيو راڳ رنگ ۽ رنن جي ناچ ۾ مسخرن جي ڪچهريءَ ۾ وقت گذاريندو هو. دريا خان فوج جي سپه سالاري سان گڏوگڏ حڪومت جو ڪاروبار پڻ سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ سان سنڀاليندو هو. پر جام فيروز جي ماءُ کي اڃي وهمن ۽ وسوسن ورايو. هُن سوچيو ته متان دريا خان حڪومت تي قبضو ڪري وجي، انهيءَ ڪري هن دريا خان کي حڪومتي معاملن مان خارج ڪري ان جي جاءِ تي مير ڪيبڪ ارغون کي ڳُهرائي عام مختيار بنايو. دادا سنڌيءَ، دريا خان جي وزارت ڇڏڻ بابت هيئن لکيو آهي ته،

"1508ع ۾ جام نندو وفات ڪري ويو، سندس پٽ فيروز تخت تي ويٺو. جيئن ته هو عمر جو ننڍو هو، ان ڪري سندس حڪومت جو سمورو ڪاروبار دريا خان هلائڻ لڳو. اها ڳالهه جام فيروز جي ماءُ کي ڪونه وڻي. ان ڪري دريا خان جي زور کي ٽوڙڻ لاءِ دولت شاهي، نورگاهي، مير ڪيبڪ ارغون کي پاڻ وٽ ڳُهرائي، کين جاگيرون ۽ خلعتون ڏئي، ٺٽي جي هڪ خاص جاءِ تي رهايو. جنهن کي 'مغل واڙو' سڏيو ويندو هو. انهن جو سردار مير قاسم ڪيبڪ هو. فيروز، ماءُ ۽ مامي ڪاهو ڏنور جي چوڻ تي دريا خان کي دربار مان ڪڍي ڇڏيو ۽ ان جي جاءِ تي مير قاسم ڪيبڪ کي رکيو." (24)

اهڙي طرح سچ ۽ شرافت کي دربار مان تڙي، ڪوڙ ۽ بدعنوانيءَ کي جڳهه ڏني ويئي ۽ سرفروشن جي جاءِ تي مطلب پرستن، عالمن جي جاءِ تي جاهلن ۽ مسخرن کي اهميت ملڻ لڳي. پنهنجن کي پري ڪري ڌارين کي جيءَ

۾ جايون ڏنيون ويون. فيروز جي انهيءَ رَوش دريا خان کي احتجاج تي مجبور ڪيو پر سنڌي چواڻيءَ تہ، ’گهر جو پير، چُلھ جو مارنگ‘ جيان دريا خان کي ڪابہ اهميت نہ ڏني وئي. نيٺ مجبور ٿي دريا خان دربار ڇڏي هليو ويو. دريا خان جي وڃڻ کان پوءِ ملڪي حالتون روز بروز بدتر ٿينديون ويون. هيڻن سان ظلم شروع ٿيو، سما، خاصخيلي، (خاص نوڪر) غريبن سان ناانصافيون ڪرڻ لڳا. داد ڪرڻ تہ پري، پر فرياد ٻڌڻ وارو بہ ڪونہ هو. سنڌ واسي قهر ۽ ڏاڍ جي چڪيءَ ۾ پيسبا ۽ پيڙبا رهيا. آخر مجبور ٿي انهن جام صلاح الدين ڏانهن خطن جو سلسلو جاري ڪيو. هڪهٽي پٺيان ٻي انداز خطن پهچڻ ڪري جام صلاح الدين سنڌين جي پڪار تي گجرات مان لشڪر وٺي اچي نٽي تي ڪڙڪيو. جام فيروز جڏهن مقابلي جي سگھ نہ ساري سگهيو ۽ پنهنجي حڪومت جا بنياد لڏندي محسوس ڪيائين تڏهن چور دروازي مان ٽپي ہيو رستو وٺي، ماءُ جيَ صلاح سان، ڪيس ميڙ وٺي وڃي دريا خان وٽ پهتو. هن ايلاز منٿون ڪري دريا خان کان معافي گهري ۽ مدد لاءِ ٻاڏايو. دريا خان، جام ننڍي جي پيار، شفقت ۽ وصيت جو خيال ڪندي، فيروز ۽ ماٺس جون منٿون موڪيون ۽ لشڪر تيار ڪري، جام صلاح الدين جي مقابلي لاءِ روانو ٿيو. لشڪر وڏي بهادريءَ سان مقابلو ڪيو، پر جيئن تہ نٽي جو عوام، فيروز جي ظالمانہ روش سبب ڪانئس بيزار ٿي چڪو هو. ان ڪري دريا خان جي لشڪر کي ڪابہ اندروني مدد ڪونہ ملي ۽ دريا خان کي هار جو انديشو نظر آيو. مگر دريا خان پنهنجي حڪمت عمليءَ ۽ سياڻپ سان هارايل جنگ کي جيت ۾ تبديل ڪيو ۽ جام صلاح الدين شڪست کائي گجرات هليو ويو. هن جنگ ۾ ڪيترائي سنڌي سورما شهيد ٿيا، ۽ بي سبب بي انداز طاقت زيان ٿي...!

ان کان پوءِ بہ جام فيروز ۾ فرق نہ آيو. هن بيوقوف مطلب پوري ٿيڻ کان پوءِ، وري بہ دريا خان کي نظرانداز ڪري مسخرن ۽ مير قاسم ڪيبڪ وارن کي اهميت ڏيڻ ڏني، جن دريا خان ۽ دربار جون سموريون خبرون ۽ راز، شاهہ بيگ ارغون کي پڻي پهچايا. اهڙي طرح سارا احوال شاهہ بيگ کي معلوم پئي ٿيا، ۽ سنڌ جي حڪومتي طاقت جي اندازي جون خبرون پئي مليس، پر شاهہ بيگ ارغون، دريا خان جي حشمت کان ڊنل هو. تنهن ڪري هُن سنڌ تي

حملي ڪرڻ جي همٿ ڪانہ ٿي ڪئي.

قاسم ڪيبڪ اندروني طرح جاسوسي ڪندو رهيو ۽ شاهہ بيگ کي سنڌ جي حڪمرانن جي ڪمزورين کان آگاهہ ڪندو رهيو ۽ کيس سنڌ تي ڪاهي اچڻ لاءِ چوندو رهيو. جام صلاح الدين کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ ٿوري وقت ۾ فيروز، دريا خان کي پنهنجي دربار مان خارج ڪري ڇڏيو.

قاسم ڪيبڪ جي جاسوسي آخر ڪم ڏيکاريو. جڏهن شاهہ بيگ کي دريا خان جي دربار ڇڏي وڃڻ جي خبر پئي، تڏهن سندس حوصلو وڌيو ۽ نيٺ هو هڪ وڏو ڪٽڪ وٺي اچي سنڌ تي ڪڙڪيو. ٺٽيءَ وٽ دريا خان جي پٽن اچي اڳ جهليس، پر ڳوٺ جي چڱن مڙسن، وڏيرن، سوڪڙيون ۽ تحفا پيش ڪري صلح ڪيو ۽ شاهہ بيگ لڪي جبل وٽي سڌو ٺٽي تي ڪاهيو پئي آيو. دريا خان، فيروز ڏي ڪافي قاصد موڪليا تہ، 'اڄ اچ وقت آهي تہ، هڪ ٿي مصيبت سان مُنهن ڏيون.' پر جام فيروز هڏو اڻ هڏو ڪري قاصد کي واپس ڪيو. اعجاز الحق قدوسي لکي ٿو:

"11 محرم (927هہ) 1520ع ۾ شاهہ بيگ عذاب الاهي بنجي ٺٽي تي نازل ٿيو ۽ خانواهہ جي ڪناري تي منزل انداز ٿيو. ان وقت سمن جي سلطنت جي وفادار دريا خان، جام فيروز کي چيو، تو هيءَ بلا نہ رڳو اسان تي پر، پاڻ تي بہ نازل ڪئي آهي ۽ تو پنهنجي پيرن تي پاڻ ڪهاڙو هنيو آهي. تنهن ڪري اجان بہ وقت آهي، اچ تہ سڀ گڏجي ڪري هن فتني کي جواب ڏيون، جو شاهہ بيگ ارغون جو روپ ڌاري ظاهر ٿيو آهي، ۽ هن کي پاڙان پٽي اڇلايون، تان جو هي ملڪ مغلن جي هٿن ۾ نہ اچي. نہ تہ تون بہ پنهنجي ڪيل غلطيءَ تي سخت پريشان ٿيندين، هي عيش عشرت جو ماريل بادشاهہ پنهنجي، وفادار ۽ سچي وزير جي مشورن کي نڪرائي بي نياز ۽ مطمئن ٿي گهر ۾ ويهي رهيو." (25)

جام فيروز جي ذهن تي دريا خان جي سمجهائڻ ۽ نصيحت جو ڪوبہ اثر نہ پيو، ان عقل جي انڌي، دريا خان کي لالچي ۽ تخت جو بکيو ڄاڻي پنهنجو دشمن ٿي سمجهيو. ان هوندي بہ دريا خان سرويچن ۽ وطن دوستن جو لشڪر تيار ڪري، شاهہ بيگ ارغون جي ڇانوڻيءَ تي قيامت بنجي ڪڙڪيو، وڏي بهادريءَ ۽ شجاعت سان وڙهندو رهيو ۽ شام جو ٽيهريءَ وقت

شهادت جو درجو ماتيائين. سندس شهادت بابت تاريخ ۾ هي حوالا آهن:

هڪ ۾ چيل آهي ته، دريا خان سان صلح جو ڍونگ رچائي، قرآن شريف وچ ۾ آڻي گرفتار ڪري کيس شهيد ڪيو ويو. ٻيو حوالو آهي ته، دريا خان هڪڙي تنگر بردي قبتاش نالي ارغون جي هٿ چڙهيو ۽ ٻين سمن سپاهين سان گڏ قتل ٿي ويو.

دريا خان جي شهيد ٿي وڃڻ کان پوءِ، ٺٽي ۾ قاتلن محشر مچائي ڇڏيو. قتلام جي بازار گرم ڪئي وئي. ننگن جي عزت ۽ حياءُ وحشين جي پيرن ۾ لتاڙيا رهيا. معصوم ٻارڙن کي نيزا هڻي شهيد ڪيو ويو. جام فيروز ۽ قاضي قاضن جي اهل عيال سميت سنڌواسين جي ننگن کي گرفتار ڪيو ويو. مطلب ته ويهين تاريخ (20 محرم 927هه) 1520ع تائين ٺٽي ۾ رت جي هولي کيڏي وئي. وحشين کي درندگيءَ جو جيڪو مظاهرو ڪرڻو هو، اهو ڪري چُڪا. جام فيروز پنهنجي سر بچائڻ خاطر ننگ ڦٽا ڪري ٺٽي مان ڀڄي وڃي پير آر (پير پٺي) وٽ پناهه ورتي. جتان هُو شاهه بيگ ڏي ميڙيون ۽ منٿون موڪليندو رهيو. گهڻن ئي ايلازن ۽ نيزارين کان پوءِ شاهه بيگ کي راضي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. بيغيرتيءَ جي حد نه رهي، ڇو جو هن صلح ڪرڻ جو طريقو ئي اهڙو اختيار ڪيو هو. مير محمّد معصوم بکري لکي ٿو ته،

”جام فيروز ڪن ٿورن ماڻهن سان گڏ دردمند دل سان وڃي پير آر (پير پٺي) وٽ ترسيو، ڇاڪاڻ ته سندس ۽ جام نظام جو عيال ٺٽي ۾ رهجي ويو هو. نيٺ شاهه بيگ ارغون جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو نه ڏسي، قابل ماڻهو هڪٻئي پويان موڪلي، عاجزيءَ ۽ نيازمنديءَ جي زبان سان پيغام ڏياري موڪليائين ته، ”ٻانهي جي حيثيت توهانجي لشڪر سان مقابلي ۾ جنگ ڪرڻ کان گهڻي گهٽ آهي. هن وقت تائين جو ڪجهه ٿيندو رهيو آهي، سو ساهه جي خوف ۽ ٻين جي ڀڙڪائڻ ڪري ٿيندو رهيو آهي. جيڪڏهن مهرباني ڪري ناچيز جا گناهه معافيءَ جي پاڻيءَ سان ڌوئي صاف ڪندا ته، جيستائين حياتي باقي هوندي، تيستائين توهان جي غلاميءَ ۽ فرمانبرداريءَ جو طوق پنهنجي گردن ۾ وجهيو ايندس.“ (26)

ان قاصد پهچڻ کان پوءِ، شاهه بيگ هن بزدل ۽ ڀاڙيي کي ڇڏي ڏنو. ان

۾ بہ ڪيس پنهنجي مفاد لاءِ بهتري نظر آئي. سندس مفاد اهو هو تہ، ان وقت سنڌ جون حدون تمام وسيع هيون ۽ سندس واپس وڃڻ ڪان پوءِ ايڏي ساري ملڪ تي ڪنٽرول ڪرڻ مشڪل پئي سمجهيائين. تنهن ڪري سنڌ جو ڪجھ حصو (ٺٽي وارو پاسو) جام فيروز کي ڏيئي باقي حصي تي پنهنجا ماڻهو مقرر ڪيائين. ان ڪان پوءِ جام فيروز غلامن وانگر حڪومت ڪرڻ لڳو. جنهن حڪومت جون واڳون پوٽا بہ سو سال سمن سردارن جي هٿن ۾ هيون ۽ سنڌ واسين ڏاڍي پيار ۽ پاهوھ، امن ۽ اهنسا، سان پئي وقت گذاريو. پر جام فيروز جي بدڪرداريءَ ڪري، وري سنڌ قتل گاھ بنجي وئي ۽ خود جام فيروز غلامن جيان حڪومت ڪرڻ لڳو. جنهن حصي تي جام فيروز حڪومت ڪندو هو، ان جو غندا ٽيڪس بہ ڀريندو هو. تاريخ طاهريءَ ۾ آهي تہ،

"جام فيروز، شاھ بيگ ارغون سان واعدو ڪيو تہ، ساليانو فصل بفصل هتان جي زميندارن ڪان مال گذاري وصول ڪري باقاعدگيءَ سان خراج موڪليندو رهندس. جنهن جي ڪري شاھ بيگ ارغون، جام فيروز کي پٽيلو ڪري تخت تي ويهاريو." (27)

سنڌواسين جي رت سان راند ڪيڏندڙ، سنڌ جي نياڻين جي عزت ۽ عصمت لٽيندڙ، دريا خان جهڙي بهادر ۽ پنهنجي هڏڏوڪيءَ جي قاتلن کي ميڻ منٿ ڪري تلوار ڳچيءَ ۾ لڙڪائي، بي حيائي ڪري صلح ڪندڙ فيروز کي، ان ڪان تہ، سنڌيءَ چواڻيءَ مطابق، "ڍڪڻيءَ ۾ ٻُڏي مرڻ گهربو هو." پر هن وطن فروش سنڌواسين جي امنگن ۽ آسن جو مذاق اڏائي، ذاتي مفاد پيارو ڪري وحشي وحشين سان صلح ڪيو. جن جي هٿن ۾ تلوارن تان اڃا مظلوم سنڌين جو رت سُڪو ئي ڪونہ هو. جڏهن تہ سنڌي پنهنجي ماترڀوميءَ جي واسطي جان ڏيڻ ۽ ٻچا ٻار ڪُهائڻ لاءِ تيار هئا: پر هي گيدي پنهنجي جان جي پناھ وٺي، خاموشيءَ سان تماشو ڏسندو رهيو. هن ابن الوقت خاموشيءَ سان ويهي غلامن جيان حڪومت ڪانہ ڪئي، پر پنهنجي آقائن کي خوش ڪرڻ لاءِ سنڌ جي سوَن سورمن جو ڪوس ڪيو. سنڌ جي بربادي، تباهي ۽ غلاميءَ جي خبر جڏهن، سنڌ جي سورمي، سرويچ ۽ جلاوطن جام صلاح الدين کي پئي، تڏهن سندس دل ۾ احساس جي چڻنگ دکي انتقام جي آڳ ۾ بدلجي وئي ۽ بي گناھ سنڌين جي پرگهور لهڻ لاءِ ڏهن هزارن جو لشڪر گڏ

ڪري، سر سان ڪفن ٻڌي ڏارين تي يلغار ڪري اچي نٽي جي ويجهو منزل انداز ٿيو. انهن مجاهدن ۾ جاڙيجا، سوڍا، سما ۽ سنگهار قبيلا شامل هئا، جيڪي پڻ وطن جي آزاديءَ لاءِ قربان ٿيڻ آيا هئا. اهي سمورا قبيلا اڳ، جام فيروز سان گڏ هئا، پر جڏهن انهن جام فيروز جي، پنهنجي پياري وطن سان غداري ڏٺي تہ، اهي ڪيس ڇڏي سنڌ جي آزاديءَ لاءِ جام صلاح الدين سان وڃي مليا. انهن قبيلن جي جام صلاح الدين سان ملي وڃڻ بابت، اعجاز الحق قدوسي لکي ٿو تہ،

"انهن قبيلن جو جام صلاح الدين سان گڏجي وڃڻ مان هي مقصد هو تہ جام صلاح الدين بہ سمو آهي. جيستائين جام فيروز ۽ جام صلاح جي وچ ۾ شاه بيگ ارغون ڪونہ هو تہ، انهن جام فيروز جي پر پٺي ڪنئي پر، جڏهن جام فيروز، شاه بيگ ارغون کي گهرائي غلاميءَ جو زنجير ساري ملڪ جي ڪنڌ ۾ وڌو تہ اهي سڀ جام فيروز جا دشمن بنجي پيا، ڇو جو هو چاهين پيا تہ، ڪيئن بہ ڪري سنڌ کي ڏارين جي غلاميءَ کان نجات ملي. جڏهن جام صلاح الدين، جام فيروز جي غلاماڻي حڪومت جي خلاف محاذ کڙو ڪيو تہ، هي سڀ ان خيال سان هن سان گڏجي پيا، جو هو سمجهن پيا تہ، جام فيروز جي مخالفت اصل ۾ شاه بيگ جي مخالفت آهي ۽ جيڪڏهن جام صلاح الدين جي حڪومت قائم ٿي وئي تہ، اها هڪ آزاد ۽ خودمختيار حڪومت جو سنگ بنياد ثابت ٿيندي." (28)

اهڙي طرح اهي سڀ وطن دوست ۽ سنڌ پرست، سنڌ جي آزاديءَ لاءِ جام صلاح الدين جي انقلابي جهنڊي هيٺان اچي گڏ ٿيا. سنڌ جي محب وطن عوام جي اهڙي تياريءَ جي خبر جڏهن جام فيروز وٽ پهتي تہ، هُن وطن فروش، سيوهڻ وڃي مير عليڪ کي اطلاع ڏنو. جنهن صلاح مشوري کان پوءِ علاءالدين بن مبارڪ کي جلديءَ ۾ روانو ڪري شاه بيگ تائين خبر پهچائي. شاه بيگ ارغون ان مهم تي پنهنجي پٽ مرزا شاه حسن کي مقرر ڪيو. هي پنهنجي پيءُ کان بہ ٻہ رتيون سوايو وحشي ۽ آدم خور ثابت ٿيو. رحم ۽ ٻاجھ جو تہ هن وٽ اکر ئي ڪونہ هو. مظلومن جي رت سان رانديون ڪرڻ هن جو مشغلو هو. جام فيروز بہ پنهنجي ماءُ جو اهو بي حياءُ پٽ هو، جنهن کي سنڌين جو تہ احساس نہ ٿي ٿيو پر، جڏهن پنهنجو رت سامهون آيس،

تڏهن بہ ڪونہ مڙيو. جام صلاح الدين پنهنجي ماءُ جي ٿڃ ملهائڻ لاءِ ميدان ۾ آيو تہ، جيئن سنڌ جي وڃايل آزادي، واپس ڏياري. جام فيروز جي هيءَ بہ غلطي هئي. هن سرويچ مارائڻ لئہ ڌارين کي هوشيار ڪيو. هن کان اهو وسري ويو هو تہ، "پنهنجو ماري ڇانوَ ۾ اُڇليندو ۽ ڌاريو ماري اُس ۾ ڦٽو ڪندو آهي." هن جام صلاح الدين کي مدد تہ نہ ڏني پر ڌارين کي سوکڙيون ۽ تحفا ڏيئي وڏا، وڏا استقبال ڪري انهن جو حوصلو بلند ڪري، هن سورمي کي بہ شهيد ڪرايائين. جيڪو سنڌي هجڻ سان گڏوگڏ سندس خاندان مان بہ هو پر، هن نااهل انسان پنهنجي غيرت ٻوڙي انهن جي مدد پئي ڪئي، جن نہ رڳو سنڌواسين کي آزاريو ۽ ايذايو هو، پر سندس چوديواري ۽ ننگن جي بي حرمتي پڻ ڪئي. پر سنڌي چوائيءَ تہ، "دادلو ٻار چريو يا ڪريو." سو هن بہ پنهنجي غيرت ٻوڙي پنهنجا پئي کُهرايا. تاريخ معصوميءَ ۾ آهي تہ،

"جام فيروز، مرزا شاهہ حسن ۽ ان جي لشڪر جي رسائي ڇڳيءَ ريت بجا آندي. مرزا شاهہ حسن بہ پنهنجي فوج وٺي جوڻ (بدين) ۾ ڪڙڪائي. جام صلاح الدين جي لشڪر جو سپہ سالار سندس پٽ هيبت خان هو ۽ مرزا شاهہ حسن جي لشڪر جا سپہ سالار، مرزا عيسيٰ ترخان، سلطان قلي بيگ ۽ مرزا عليڪ هئا. ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ سخت جنگ لڳي، جنهن ۾ هيبت خان شهيد ٿي ويو. پٽ جي مارجڻ جو اطلاع سُڻي، جام صلاح الدين پاڻ ارغونن جي ڪٽڪ تي ڪاهي پيو. گهڻي خونريزيءَ کان پوءِ جام صلاح الدين بہ جنگ ۾ شهيد ٿي ويو ۽ باقي لشڪر ڇڙوڇڙ ٿي ويو." (29)

پر محترم غلام محمّد لاکو لکي ٿو تہ، "ان جنگ ۾ جام فيروز جو پٽ فتح خان بہ شامل هو، جيڪو پڇاڙيءَ ۾ گرفتار ٿيو ۽ جام فيروز جي ميڙ منٿ ڪري آزاد ڪيو ويو." (30)

هن مت جي ڪسيل کي پنهنجي پٽ جو خيال تہ آيو، پر سوين ڪونڌرن جي معصوم ٻارڙن جو حياءُ ڪونہ آيو، جي در ۾ ديدون وجهي پنهنجي پيئرن جو انتظار ڪندا هوندا، انهن سهاڳڻين جو جيڪي پنهنجي ٻچڙن کي روئيندو ڇڏي بہ آزاديءَ لئہ وڙهڻ ويندڙ هيون، هن رهزن هاتي ٻيو جنگجو جوڌو بہ مارائي ڇڏيو. باقي پاڻ وڃي بچيو، جيڪو هر وقت ارغونن جي

چمچاگيريءَ ۽ چاپلوسيءَ ۾ گذاريندو هو. ادراڪي بيگلاري لکي ٿو،

"جڏهن جام صلاح الدين ۽ سندس پٽ شهيد ٿي ويا ۽ انهن جا سر مبارڪ، مرزا شاه حسن وٽ کڻي آيا ته، مهتر سنبل شاه حسن کي چيو ته، "وقت جي تقاضا ۽ گهر آهي ته، جام فيروز جو سر به ڪٽي، انهن سرن ۾ شامل ڪيو وڃي، تان جو سنڌ ديس جي دعويدارن جي سازشن کان هي ملڪ پاڪ ۽ صاف ٿي وڃي." شاه حسن جي ٻين وزيرن ۽ اميرن به ان مشوري جي تائيد ڪندي چيو ته، "اهو مشورو صحيح ۽ حالات جي مطابق آهي." پر شاه حسن نه مڃيو ۽ جواب ۾ چيائين ته، اوهان جي راءِ صحيح آهي، پر منهنجي والد ماجد جام فيروز سان واعدو ۽ اقرار ڪري، ان کي پنهنجو پٽيلو ڪيو آهي، ان ڪري هن جو قتل ڪرڻ نيڪ ناهي." (31)

اها هڪ تاريخي حقيقت آهي ته جن به غدارن ڌرتيءَ ماءُ جي دلالي ڪئي آهي، اهي پڻ ڌارين جي ظلم جو نشانو بڻيا آهن. سو جام فيروز به پنهنجي ماءُ جي چوٽ تي لڳي، ارغونن کي ته گهرايو پر جيڪا روش ارغون سائنس هليا سا به لڪل ڪانه آهي. اول سندس اهل عيال، گهر بار لٽيو ويو ۽ پوءِ جڏهن هٿ ڌوئي فيروز جي ڪڍ پيا، تڏهن وڃي هن جون اکيون کليون. هن ته دريا خان مان جان ڇڏائڻ لاءِ نانگن کي پاليو هو، پر اهي نانگ ته هاڻي جام فيروز کي ڏنگڻ جا سانباها ڪري رهيا هئا. پر سنڌ جون اڪثر تاريخون لکن ٿيون ته، جڏهن جام فيروز جو پيءُ، شاه بيگ ارغون گجرات تي ڪاه ڪرڻ پئي ويو ته، رستي ۾ سندس پليد روح وحشي جسم مان پرواز ڪري ويو، ته جام فيروز غم ڪرڻ بجاءِ خوشيون ملهائڻ لڳو. اها خبر جڏهن شاه حسن کي پئي ته، جام فيروز غم ڪرڻ ته نهيو پر ويتر خوشيون پيو ڪري ته، شاه حسن هڪ خط لکي، جام فيروز ڏي موڪليو، جنهن ۾ لڏ به هئي ته چٽ به. دڙڪو ۽ دهمان به هو ته مهڻا ۽ ميارون به هيون. خط پهچڻ جي ٻئي ڏينهن شاه حسن به ٺٽي طرف روانو ٿيو. شاه حسن جي ڪاهي اچڻ جو ٻڌي جام فيروز، وقت جي ويڪائو مُلن جي هٿان ڪجھ سوکڙيون پاکڙيون ڏياري موڪليون پر شاه حسن ٺٽي تي ڪاهڻ جو پڪو ارادو ڪيو هو سو ڪٿي پيو مڙي. جڏهن جام فيروز کي شاه حسن جي اچڻ جي خبر پئي ته، بَر مُنهن ڪري وڃڻ جا سانباها ڪرڻ لڳو، پر سنڌ ماءُ

جا سورهيہ پڻ پوءِ بہ وڙهندا رهيا. عبدالغني عبداللّه لکي ٿو تہ،

”جام فيروز، مرزا شاه حسن جي نزديڪ اچڻ جو ٻڌي ٺٽو شهر خالي ڪري ڀڄي ويو ۽ سندس نائي ’شيخ ابراهيم‘ ۽ سندس وزير ماتڪ ڪڇ فوج ٻيڙين ۾ چاڙهي اتي وڃي مرزا شاه جي فوج سان مقابلو ڪرڻ لڳا. جتان مرزا شاه حسن ارغون جو لشڪر درياهہ اُڪري رهيو هو. اتي سخت جنگ لڳي، جنهن ۾ مغلن جو لشڪر سوڀارو ٿيو ۽ جام فيروز سنڌ ڇڏي ڪڇ ڏي ڀڄي ويو ۽ اتي وڃي لشڪر گڏ ڪرڻ لڳو.“ (32)

اهڙيءَ طرح هن وطن فروش کي پوءِ سنڌواسي بہ ياد ڀيا ۽ سنڌ بہ! هن چواڻيءَ تہ، ”جتي وڻ ناهي، اتي ڪانڊيرو بہ درخت“ سو جڏهن سنڌ جا سپتي سورما سنڌ لئہ ڪسي شهادت جي درجي کي پڳا تہ، سنڌي قوم جام فيروز کي بہ اکين تي رکي سندس اڳواڻيءَ ۾ وڙهڻ لئہ تيار ٿي. پنجاه هزارن جو لشڪر وٺي جام فيروز ٻيهر ڪاري ڪاهاري، (ڪاري کهڙلو) وٽ تلوارن ۽ تيرن سان جنگ ڪئي. مگر هن بدنصيب کي وري بہ شڪست پلئہ پئي ۽ موٽي وڃي ڪڇ ۾ رهڻ لڳو جتان وري موٽيو ئي ڪونہ. اهڙي طرح سان سمن جي سلطنت جو روشن ستارو هميشہ لاءِ اُجهامي ويو. لطيف چواڻيءَ تہ،

ويا مور مري، هنج نہ رهيو هيڪڙو،
وطن ٿيو وري، ڪوڙن ڪانيَرن جو.
(شاه رحہ)

### ب- مهدوي تحريڪ:

واديءِ مهراڻ جي هن سرسبز ڌرتيءَ تي قابض ٿين ۽ فتح پائڻ لاءِ ڌارين هر حربو پئي استعمال ڪيو آهي. ڪيترن وحشين تلوار جي زور تي هزارين سنڌين کي لال لهوءَ ۾ ريٽو ڪري، سنڌ ديس کي فتح ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي، تہ ڪيترن وري مظلومن جي رت کان پاڪ ۽ صاف مذهب اسلام جي آڙ ۾ غليظ کان غليظ ڪارناما سرانجام ڏنا آهن. انهن نمرودن جي وحشت ۽ بربريت جڏهن اخلاق ۽ انسانيت جون حدون ٽپي ويندي آهي، تہ اهي انهن تي پردو وجهي ڍڪڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ۽ مظلومن سان ظلم ۽ درندگيءَ کي جهاد جو نالو ڏيئي جائز ۽ صحيح قرار ڏيڻ جي ڪوشش

ڪندا آهن. انهن اسلام جي ٺيڪيدارن جا دلال به هر جڳهه موجود هوندا آهن، جيڪي پنهنجو اثر رسوخ استعمال ڪري مظلومن کي حق ۽ سچ جي خاطر وڙهڻ کان روڪيندا آهن. اهڙي وقت ۽ حالات مطابق مولانا عبيدالله سنڌيءَ سچ چيو آهي ته:

”جڏهن مذهب رجعت پسندن جي پشت پناهه ٿي پوي ۽ ترقي پسندن جي خلاف طاقتون ان ۾ پناهه ٿيون وٺن ۽ جڏهن مذهب چند دستورن ۽ رسمن جو اڏو ٿي ڪم اچي ٿو ۽ سندس حقيقي انقلابي جذبو مري وڃي ٿو، تڏهن اهو مذهب فقط بي انصافيءَ جي قائم رکڻ لئه هڪ اوزار ٿي ڪتب اچي ٿو. جڏهن مذهب پاڻ کي ۽ ٻين کي حالتن موافق ڪارآمد بنائڻ ۽ بدلائڻ جي طاقت وڃائي ويهي ٿو، تڏهن اهڙي مذهب کي حڪومت جي واڳ هٿ ۾ ڏيڻ رجعت پسنديءَ کي هڪ اهڙو خوفناڪ هٿيار هٿ ۾ ڏيڻ جي برابر ٿيندو، جنهن کي عوام جي خلاف ئي ڪتب آندو ويندو.“ (33)

سونهاري سنڌ کي پنهنجي تسلط هيٺ آڻڻ لاءِ ننڍو خواه وڏو جابر جڏهن ٻين طريقن ۾ ناڪام ويو آهي، تڏهن هن مذهب کي آخري هٿيار بنائي، نئين سر ڪوشش شروع ڪئي آهي. مذهب اسلام جي نالي ۾ جيڪي ٺڪ ۽ ڏولاوا سنڌڙيءَ پوڳيا آهن، ايترا ورلي ئي ڪنهن ٻئي علائقي کي پلئه پيا هوندا. اهڙن لٽيرن ۾ شاهه بيگ ارغون به اچي وڃي ٿو جيڪو پاڻ کان ڏاڍي، بابر بادشاهه سان ته نه پڄي سگهيو، پر فاتح سنڌ بڻجڻ لاءِ راڪاس بڻجي سنڌين تي ڪاهي آيو. هن پڻ ساڳي طرح وقت جي ويڪائو ملن، پيرن ۽ جاگيردارن جو ساٿ حاصل ڪيو ۽ سنڌ جي عالمن ۽ بزرگن ۾ نفاق وجهڻ لاءِ 'مهدوي تحريڪ' جي شروعات ڪئي، جنهن ۾ هو ڪامياب ويو. محترم حسام الدين راشدي لکي ٿو ته،

”سنڌ تي جڏهن به ڌارين چڙهائي ڪئي آهي، تڏهن ان کي پنهنجن کان ئي نقصان پئي رسيو آهي، گهر کي گهر جي چُلهه واري باهه ئي ساڙڻ ۾ اڳرائي ڪئي آهي. فيروز تغلق ٺٽي جي قلعي تي قابض ٿي نه سگهيو، ته چراغ دهلويءَ ۽ جلال بخاري اُچيءَ کي چاڙهه ڏيئي سنڌن تقدس جي واسطي سان جامن کي صلح جا واعدا ڏيئي قلعي کان ٻاهر آڻي، دوکي ۾ قيد ڪري دهليءَ وٺي ويو. انهن ٻنهي بزرگن کي نذر نياز مليو، هُو انهيءَ ۾ خوش رهيا

۽ انهيءَ کي نامر نهاد ديني خدمت سمجهي پنهنجي ناپاڪ ضمير کي مطمئن ڪيائون. ساڳي طرح شاهه بيگ ارغون سنڌ جي ئي ملن، موراڻن ۽ پيرن فقيرن کي لالچ ڏيئي ملڪ سان غداريءَ تي آماده ڪري، مهروي تحريڪ جي رهبرن جي پُڄاڻي آئي پنهنجي قبضي کي سنڌ تي مضبوط ڪيو." (34)

ساڳي ئي مقصد لاءِ هن سنڌ ۾ 'مهدوي تحريڪ' جو ڄار اڇلايو. جنهن جو باني سيد محمَد مهدي جهونپوري هئو. هي همراه شاهه بيگ ارغون جو مرشد هو ۽ ان جي سازش سان سنڌ ۾ پهتو. سيد محمَد مهديءَ سنڌ ۾ اچي چڱي مچتا ماڻي. هي جڏهن گجرات کان ٺيندو، سنڌ ملڪ ڏي اچي رهيو هو ته، هن جا ڪيترائي مريد ڪيس ڇڏي واپس هليا ويا ۽ ڪيترائي بک وگهي مري ويا. باقي ڏيڍ سو کن مريد ساڻ ڪري ٺٽي پهتو. ٺٽي ۾ هن کي تبليغ ڪري مريد وڌائڻ ۽ پروگرام پکيڙڻ جي اجازت مليل هئي. سنڌ ۾ سيد محمَد مهديءَ جا ڏسندي ئي ڏسندي ڪيترائي عالم، فاضل ۽ قاضي مريد ٿي ويا. ڊاڪٽر ايم- ايڇ- صديقي لکي ٿو ته،

"قاضي قاضن کان سواءِ شيخ جهندو پاتڻي، شيخ صدرالدين مفتي ٺٽوي، سيد مبارڪ شاهه پير آسات ۽ محمَد يوسف بکري، سيد محمَد مهديءَ جا پوئلڳ هئا." (35)

ان ساڳئي دور ۾ مخدوم بلاول به سنڌ ۾ موجود هو. هي بزرگ ۽ سندس پوئلڳ، شريعت محمَدي جي پيرويءَ سان گڏوگڏ قومپرستيءَ جو پرچار پڻ ڪندا هئا. سنڌ جو سداحيات سرويچ دولهه دريا خان به هن ئي گروهه سان لاڳاپيل هو ۽ مخدوم بلاول جو پرستار ۽ پوئلڳ هو.

مٿيان همراه، مخدوم بلاول جي ٽڪر ۾ اچي 'مهدوي تحريڪ' جا اهم ڪارڪن بڻجي ويا. جن پنهنجن علائقن ۾ وڃي، وڏو حلقو پيدا ڪيو. انهن کان سواءِ منهنجي خيال ۾، مائي 'مدينا ماڇياڻي' پڻ سيد محمَد مهديءَ جي مريدياڻي هئي. انهن مهديءَ جي پوئلڳن به شاهه بيگ ارغون کي سنڌ فتح ڪرڻ ۾ وڏي مدد ڪئي، جن ۾ هيٺيان سرفهرست آهن:

### ٿ- مائي مدينا ماڇياڻي

هيءَ مائي ڄام نظام الدين جي گهر واري هئي. جنهن مان ڄام فيروز

پٽ هيس. هوءَ دريا خان جي وڏندڙ طاقت کي ڏسي شاهه بيگ ارغون کي سنڌ تي ڪاهي اچڻ جي دعوت ڏيئي وٺي آئي. تاريخ طاهريءَ ۾ لکيل آهي تہ،

"هن قنڌار وجي شاهه بيگ کي سنڌ جي ذري پرزي جي خبر چار پهچائي پچارڙيءَ ۾ ڪيس پاڻ سان گڏ سيوهڻ جي پرڳڻي وٺان جابلو رستي کان سنڌ ۾ آڻي ڪڍيو." (36)

هن مائيءَ وطن جي غداريءَ کي دريا خان جي وڌندڙ اثر کان اوليت ڏني. پنهنجي محب وطن ماڻهن کان خوفزده ٿي ڪري شاهه بيگ کي گهرايائين. هن نہ صرف وطن سان غداري ڪئي پر، پنهنجي انهن سورمين کي بہ لڄايو، جن جي نالي هڪ واقعو مشهور آهي تہ، "هڪ ڏينهن سمن مان ڪو پاڳيو، ڪنهن ڪم سانگي ٻاهر هليو ويو تہ سومرن ان جي پريٽ سندس پاڏو ڪاهي ڪُهي ڪباب ڪري کائي ڇڏيو. جڏهن اهو پاڳيو واپس آيو تہ گهر ۾ گهڙندي جوٺس طعنو هڻي ٻڌايس تہ، "اڄهو اڄ سومرا گهر ۾ گهڙي، اسان جو پاڏو ڪاهي وجي کائي کپائي ڇڏيائون. جي اهي حال آهن تہ، سڀاڻي سمن جون زالون بہ ساڳي ئي بي عزتيءَ سان گهران ڪهلي ڪٽي هليا ويندا. چڱو ائين آهي تہ، اڳو پوءِ پنهنجين زالن کي، پيءُ ماءُ سڌي سومرن ڏانهن روانو ڪيو، نہ تہ هتان نڪري ماڳهين هلي ڪنهن ٻئي ملڪ جا وڻ وسايو.' زال جا اهي لفظ ٻڌي ان سمي کي جذبو اچي ويو ۽ سمورن سمن کي ساڻ ڪري سنڌ کي ڇڏي ڪڇ ۾ وڃي رهيا." (37)

وڏڙين جي ريتن ۽ رسمن ۽ جذبي ۽ غيرت کي پاڻيءَ ۾ ملائي، پنهنجي ور جي بي پناهه ڪيل ڪوشش سان سجايل سنڌڙيءَ کي مدينا ماڇياڻي ڌارين جي حوالي ڪري سنڌياڻين تي بدنما داغ لڳايو.

## ج- قاضي قاضن:

هن وطن فروش، شاهه بيگ ارغون جي تمام گهڻي مدد ڪئي. مائي مدينا کي قنڌار موڪلڻ ۾ بہ قاضي قاضن جو وڏو هٿ هو. شاهه بيگ جي اچڻ کان پوءِ، هن هر واٽ ۽ هر موڙ تي سندس رهبري ڪئي. سياڻا ۽ ذهين انسان پنهنجي ڏاهپ ۽ دانائيءَ جي ڪري پنهنجي قوم کي فرش تان کڻي عرش تي پهچائيندا آهن. پر جيڪڏهن اهي ڏاها پنهنجي ڏاهپ ۽ هوشياري چند سڪن

يا عهدن تي وڪٽي، مفادپرست ۽ خودغرض بڻجي ڏارين جا پيچ لڙڪائو ٿي پون، ته اهي قوم ۽ ڌرتيءَ جي لاءِ ڏاڍا هاڃيڪار ثابت ٿيندا آهن. بدنصيبيءَ سبب قاضي قاضن به سنڌ جو غدار ثابت ٿيو. جنهن پنهنجي ڏاهپ، علم ۽ دانش، لالچ ۽ لوڀ جي حوالي ڪري ڇڏي. هي همراه به سيد محمد مهديءَ جي ڪري شاهه بيگ اڳيان گڏو بنجي چاهيءَ تي هلڻ لڳو. پنهنجي سياڻپ شاهه بيگ کي اُرپي سنڌي ماڻهن جو اصلي ويري ٿي پيو. جن به سنڌواسين، ڌرتيءَ جي دشمن کي برداشت نه ٿي ڪيو، انهن کي مارائڻ لاءِ به سندس نئي ترڪيبون ۽ سازشون استعمال ٿينديون هيون. مير محمد معصوم لکي ٿو،

"جڏهن سلطان محمود خان ڏاريجن جو معاملو شاهه بيگ جي گوش گذار ڪيو، ته شاهه بيگ قاضي قاضن ڏانهن مُنهن ڦيرايو، جيڪو دربار ۾ موجود هئو. قاضي قاضن عرض ڪيو ته، 'هي ملڪ سيلابي آهي ۽ هن زمين ۾ ڪنڊا گهڻا ڄمندا آهن. تنهن ڪري چنجور هميشه هٿ ۾ رکڻ گهرجي. شاهه بيگ هن جو سخن ٻڌڻ شرط، انهن ماڻهن جي قتل جو حڪم فرمايو. سلطان محمود خان هڪدم شهر ۾ پهتو ۽ راتورات انهن ماڻهن کي قتل ڪرائي انهيءَ برج کان هيٺ ڦٽو ڪرايو، جو 'خوني برج' جي نالي سان اڄ به مشهور آهي." (38)

قاضي قاضن جي صلاح سان ڏاريجن جو قتل عام شروع ڪيو ويو. ڏاريجن جي انهيءَ تباهيءَ ۾ سنڌن وڏيرن جو به هٿ آهي. انهيءَ ڪيڏاري ۾ پهچڻ کان اڳ سلطان محمود خان سان ڏاريجن جا ستيتاليهه سردار گڏ هئا، جيڪي پڻ قاضي قاضن جي ان مشوري کان پوءِ قتل ڪيا ويا. انهيءَ کان سواءِ هن نمڪ حرام جي سنڌ دشمن ڪارروائي تاريخ ۾ هن ريت آهي ته، جڏهن شاهه بيگ ٺٽي تي مڪمل طور قبضو ڪري ورتو، ته ان کان پوءِ هن سيوهڻ تي چڙهائي ڪئي. سيوهڻ کي فتح ڪرڻ کان پوءِ ٺلٽي جي رهاڪن جي حب الوطني ٻڌي، انهن جي سپه سالارن محمود خان ۽ موٺڻ خان ڏي، قاضي قاضن کي موڪلي، انهن جي قومپرستي کي گهٽائڻ جي ڪوشش ڪئي. اعجاز الحق قدوسي لکي ٿو ته،

"شاهه بيگ، قاضي قاضن کي دريا خان جي پٽن محمود خان ۽ موٺڻ خان ڏانهن موڪليو ته، جيئن انهن کي شاهه بيگ جي حڪومت سان وفاداريءَ

۾ اطاعت جي تلقين ڪري مخالفت کان روڪي. قاضي قاضن اتي وڃي ٻني انداز ڪوشش ڪئي پر، محب وطن پيءُ جي پٽن ان سان ملڻ ۾ پسند نہ ڪيو." (39)

جيجل سنڌ جي وفادار ۾ ٽيج ملهائيندڙ پٽ ڏارين سان ڳڏوڳڏ. انهن جي پيروڪارن کي بہ نوڪر هٿي نڪرائي ڇڏيندا آهن. سو قاضي قاضن بہ نااميد ٿي واپس وريو تہ رستي تي ڪنهن شايد بدخبر کيس ٻڌايو تہ: "محمود خان ۽ موتن خان صلح ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا هئا، پر مخدوم بلاول جي چُرچ تي صلح ڪرڻ کان انڪار ڪيائون. قاضي قاضن اها سٽس سٽي، تئي جيان تپي باهہ ٿي ويو، ۽ شاهہ بيگ جا ڪن ڀري کيس مخدوم بلاول جي خلاف ڀڙڪائي باهہ ڪري ڇڏيو. شاهہ بيگ ٺلتيءَ تي ڪٽڪ ڪاهي آيو. اتي سخت جنگ لڳي، محمود خان، موتن خان، ڄام سارنگ، راڻو رٽمل سوڍو ۽ ان جو ڀاءُ جوڌا سنگھہ سوڍو، سنڌي لشڪر ۾ شامل هئا. انهيءَ جنگ جي رهبري مخدوم بلاول پئي ڪئي، انهيءَ جنگ ۾ مسلمان ۽ هندو ڳڏجي ويڙهہ وڙهيا پر شاهہ بيگ سوڀارو ٿيو ۽ سنڌي لشڪر هار کاڌي. انهيءَ قتل عام ۾ ٺلتيءَ جي جاگيردارن ۾ قاضي قاضن جا هٿ رڱيل آهن، جنهن جي عيوض انهن قاتلن، قاضي قاضن کي بکر جو جج مقرر ڪيو، ڀٽائيءَ ڪيڏو سچ چيو آهي تہ،

قريا پسي ڦين، ڪرين ڪير نہ چڪيو،
دنيا ڪارڻ دين، وڃائي ولها ٿيا.
(شاهہ رحہ)

**د- قاصد:**

جڏهن شاهہ بيگ، گجرات فتح ڪرڻ لاءِ راهي ٿيو تہ، واٽ تي خبر پهتس تہ بابر بادشاهہ، سنڌ تي ڪاهہ ڪرڻ لئہ تياري پيو ڪري. ان سڌ ملڻ بعد هن کي سخت صدمو پهتو. آخر اها خبر هن وحشيءَ جي موت جو سبب بڻجي پئي، اتي ئي دم ڏنائين ۽ ٽن سالن کان پوءِ شاهہ بيگ جو لاش 'جنت المعليٰ' ۾ دفن ڪيو ويو. سنڌ جي پاڪ ڌرتيءَ هن درندي انسان کي پنهنجي پاڪ دامن ۾ پناهہ نہ ڏني. ان کان پوءِ مرزا شاهہ حسن کي سنڌ جو تخت ڏٺي بنايو ويو.

سيني ڪيس پنهنجي وفاداريءَ جو يقين ڏياريو. پر جام فيروز، شاه بيگ جي موت تي خوشيون ملهايون ۽ شاه حسن سان ڪابه همدردي ۽ تعزيت ڪانه ڪئي. جام فيروز جي انهيءَ روش، شاه حسن کي سخت صدمو رسايو. ڪفن دفن کان واندو ٿي، شاه حسن گجرات جي وڃڻ جو پروگرام ملتوي ڪري ٺٽي تي ڪاهڻ لئه، اميرن ۽ سردارن سان صلاح مشورو شروع ڪيو. جڏهن جام فيروز کي، اها خبر ملي تڏهن ڪيس پنهنجي ڪئي تي پشيماني ٿيءِ هن بزدل پنهنجا گناه ڌوئڻ لاءِ، حافظ رشيد خوشنويس، ۽ قاضي حاجي مفتيءَ کي تحفا ۽ سوکڙيون ڏيئي نوڙت ۽ همدرديءَ جو يقين ڏيارڻ لاءِ ڪين شاه حسن ڏي معافيءَ لاءِ موڪليو. پر اهي هئي جٺا، جام فيروز جا بدخواه ثابت ٿيا ۽ ڀلائي ڪرڻ بجاءِ شاه حسن جا ڪن ڀري ڪيس جام فيروز کي قتل ڪرڻ ۽ حڪومت کان خارج ڪرڻ لئه اتساهيائون. اعجاز الحق قدوسي لکي ٿو ته،

”جام فيروز، حافظ رشيد خوشنويس ۽ قاضي حاجي مفتيءَ کي شاه حسن جي خدمت ۾ تحفن ۽ صديه سان موڪلي، سندس والد جي وفات تي تعزيت ڪئي ۽ نهايت عاجزي ۽ هيڻائپ‍ءَ سان پنهنجين گذريل غلطين جي معافي گهري، پر انهن اڪيلائي ۾ شاه حسن کي هدايو ته، جام فيروز، توهان سان اظهارِ اخلاق ۽ نيازمندي ڪئي آهي پر لِڪ ڇپ ۾ جنگ جو سامان ۽ هٿيار ڪٺا ڪري، توهان سان بغاوت ڪرڻ جون تياريون ڪري رهيو آهي.“ (40)

هي نمڪ خوار جام نظام الدين جي وقت کان وٺي، ويندي جام فيروز جي دور حڪومت تائين سرڪاري عهدن تي رهيا پر، پوءِ به پنهنجن مالڪن سان نمڪ حلالي نه ڪيائون. پر نانگ بڻجي مالڪ کي ڏنگڻ لڳا. اهڙن غدارن تي لطيف جو هي بيت ڪيڏو نه ٺهڪي ٿو اچي:

منجهان پيئي مَڪڙيءَ، ڪاجا پاٺيءَ بوند،
سي ٿي ڏنم روند، وڪر جن وڃائيو.
(شاه)

## د- ڇڻن يارن جي ڇونڪڙي:

سيد محمّد مهديءَ کان سواءِ، شاه بيگ سنڌ ۾، ’ڇڻن يارن جي

چونڪڙيءَ جي نالي چار عالم پڻ موڪليا هئا. انهن جو بہ حڪومت ۾ وڏو هٿ هو ۽ جيئن چوندا هئا، تيئن ٿيندو هو. محترم محمّد ابراهيم جويو لکي ٿو تہ،

”شاهہ بيگ ارغون ڪجهہ علماءَ بہ موڪليا هئا، جيڪي مذهب جي آڙ ۾ هن لاءِ عام راءِ کي متاثر ڪندا هئا. اهي عالم چئن ’يارن جي چؤنڪڙي‘ جي نالي تاجرن جي ويس ۾ ٺٽي پهتا. منجهن هڪ خاص قسم جو اتحاد هو. انهن آخر ۾ پاڻ کي ’غوث الثقلين پيران پير دستگير‘ جو اولاد سڏائي ظالم ۽ قورو ارغوني حڪومت کي مضبوط ڪيو، ۽ مذهب جي آڙ ۾ ارغونن جي مدد ڪئي ۽ ساڻن مال غنيمت ۽ اقتدار ۾ ڀاڱي ڀائيواري ڪئي. انهن عالمن ۾ قاضي شڪر الله شيرازي، سيد منبہ (مولانا دين محمّد وفائيءَ ان جو نالو منيو لکيو آهي) سيد ڪمال، سيد عبدالله اچي وڃن ٿا.“ (41)

مولانا دين محمّد وفائيءَ، قاضي شڪر الله شيرازي لاءِ لکيو آهي تہ،

”شيرازيءَ جي وقت ۾ قنڌار جو حاڪم شاهہ بيگ ارغون هو ۽ هن جا پاڻ ۾ گهاٽا لاڳاپا ۽ گهرا تعلقات هئا. مرزا شاهہ بيگ، جڏهن قنڌار مان سنڌ تي ڪاهيو تہ سيد صاحب کي گذارش ڪيائين تہ، هو ٺٽي ۾ هلي رهي جيئن تہ 927ھ ۾ هو بزرگ اچي ٺٽي ۾ رهيو.“ (42)

انهيءَ سان گڏ لکيو اٿس تہ مٿيان عالم پڻ، ”شيرازيءَ سان گڏ هئا.“

923ھ ۾ شاهہ بيگ ارغون دريا خان کان شڪست کائي، واپس قنڌار هليو ويو هو، ۽ 927ھ ۾ انهن عالمن ٺٽي ۾ رهائش اختيار ڪئي هئي. انهن عالمن کان سواءِ هڪ ٻئي عالم جي بہ سڌ پئي ٿي تہ ڪاهان ۾ اچي رهيو هو. ياد رهي تہ ڪاهان، دريا خان جي جاگير هئي. ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي لکي ٿو تہ،

”مخدوم عبدالعزيز ’ڪاهان‘ جي ڳوٺ جو رهندڙ هو. پاڻ ۽ سندس ٻہ پٽ مولانا اثير الدين ۽ مولانا يار محمّد، شاهہ اسماعيل جي خروج وقت جام فيروز جي دور ۾ هرات کان سنڌ ۾ پهتا ۽ ’ڪاهان‘ ۾ اچي سڪونت اختيار ڪيائون. ’وارث الانبياءِ‘ سندس جي مادہ تاريخ آهي. پاڻ مرزا شاهہ حسن ارغون جو استاد هو.“ (43)

ڪاهان، دريا خان جي رهائش سبب سنڌ تي ڌارين جي يلغار جي مخالفت

جو مرڪز هو ۽ هي عالم بہ هرات کان ڪهي اچي ڳاهان ۾ رهيو، جيئن شاهہ بيگ جي راهہ هموار ڪري.

انهيءَ کان سواءِ سمن وٽ پچاڙيءَ ۾ ڪابہ پرڏيهي پاليسي ڪانہ هئي، جام ننڍي جي وقت تائين پاڙيسري ملڪن سان سمن جا لڳ لاڳاپا سٺا هئا، پر جام فيروز جي ناتجربيڪاري ۽ دادلاڻپ سبب اهي سمورا ناتا ٽٽي ويا. ڪڇ ۾ هلندڙ اندروني جهيڙن جو اثر سنڌ تي پوڻ لازمي هو. پر جام فيروز انهن اثرن کي هضم ڪري نہ سگهيو. تنهن ڪري ڪڇ، گجرات ۽ سنڌ جا لاڳاپا خراب حد تائين پهتا. پرڏيهي پاليسيءَ کي درهم برهم ڪرڻ جو ذوهاري پڻ، جام فيروز کي چئي سگهجي ٿو. ڇو جو هن عقل کان ڪم نہ ورتو. جام فيروز جي اندروني پاليسي پڻ خراب هئي. غلام محمّد لاکو لکي ٿو تہ،

”جام ننڍي جي خاتمي سان سمن جي سلطنت، پنهنجي اوج کي پهتي. ابتدا ۾ تہ جام فيروز ننڍي عمر جو هو، پر عمر ۾ وڏي ٿيڻ سان بہ ڪيس ذهني ۽ سياسي پختگي حاصل نہ ٿي سگهي. درباري سطح تي فيرز جو سمورو ڌيان دريا خان کي ختم ڪرڻ طرف رهيو. خارجي سطح تي پڻ سندس پاليسي ناڪام ڏسجي ٿي.“ (44)

سورهين صديءَ ۾ ايشيا ۾ اهم تبديليون رونما ٿيون. ايران ۾ صفوين بادشاهي قائم ڪئي ۽ بابر ڪابل تي قبضو ڪيو. امير ذوالنون هرات کي پنهنجي قبضي ۾ آڻڻ لاءِ ازبڪن سان مهاڏو اٽڪايو، پر جنگ ۾ مري ويو. ان کان پوءِ شاهہ بيگ ارغون تخت تي ويٺو. بابر بادشاهہ ڪابل کان پوءِ قنڌار تي ڪاهڻ چاهيو، پر شاهہ بيگ ڪجهہ مهلت گهري. هوڏانهن ڪڇ ۾ لڙائي شروع ٿي وئي هئي. جام فيروز کي گهربو هو تہ ڪڇ جي سمن ۽ گجرات وارن سان تعلقات بهتر کان بهتر بنائي ها تہ، جيئن وقت اچڻ تي اهي ٽئي ملڪ هڪ ٿي ڌارين سان جنگ ڪن ها. ڇو تہ سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ ڌارين جي سامهون ڪڇ ۽ گجرات هئا ۽ اهي واڳون انهن ننڍين رياستن کي بہ هضم ڪرڻ لئہ وات ڦاڙيو پئي آيا ۽ اهو ممڪن بہ هئو. ڇو تہ گجرات جي سلطان سان سنڌ جي سمن جون مٽيون ۽ مائٽيون بہ هيون. گجرات جي سلطان جام صلاح الدين کي ڏهہ هزار لشڪر ڏيئي، سنڌ جي آزاديءَ لاءِ

موڪليو بہ هو. اهڙي طرح ڪڇ جي سمن، جيئن تہ اڳ سنڌ جي سمن جي سومرن جي مقابلي ۾ مدد ڪئي، ۽ پڇاڙيءَ ۾ بہ جڏهن جام فيروز ڪڇ ڏي ڀڄي ويو هو تہ اتي پناهہ بہ ڏنائونس ۽ پوءِ اتان پنجاهہ هزارن جو لشڪر گڏ ڪري شاهہ حسن تي ڪاهي بہ آيو هو. اهي ڳالهيون ثابت ڪن ٿيون تہ جيڪڏهن جام فيروز مهديءَ جي پوئلڳن کي ڇڏي، انهن ملڪن جي طرف دوستيءَ جو هٿ وڌائي ها تہ، گهڻو ڪجهہ ڪري سگهيو ٿي، پر هن ان طرف ڪوبہ ڌيان نہ ڏنو. رڳو دربار جي چمچن جي هٿن ۾ راند ڪندو رهيو، جيڪي سندس جاني دشمن هئا. انهيءَ کان سواءِ سنڌ ۾ سمن فوجي سرشتو بہ رائج ڪونہ ڪيو هو. اڳ جڏهن سنڌواسين ۾ ايڪو ۽ هڏي هئي تہ سنڌ تي ڏکئي وقت اچڻ تي سردارن، جاگيردارن ۽ پڳنديءَ وارن عالمن کان لشڪر طلب ڪيو ويندو هو، جن جي مدد سان ڌارين لٽيرن سان منهن ڏنو ويندو هو. پر جڏهن سنڌ واسين ۾ گهرو جنگ شروع ٿي، ايڪو ۽ الفت ختم ٿي ويو تہ هر ڪو گهر ڌڻي بنجي پنهنجي منهن سان جنگ ڪرڻ لڳو. دريا خان نُٽي ۾ ويڙهہ وڙهيو، تہ جام فيروز ڀڄي وڃي 'پير پٺي' وٽ پناهہ ورتي ۽ سندس پٽن بہ پٺيان مدد ڪونہ موڪليس. محمود خان ۽ موتن خان جڏهن ٺلٽيءَ جي ميدان تي فيصلہ ڪن جنگ لڙي رهيا هئا تہ، سنڌ جا چڱا مڙس خاموش هئا. جاڙيجن ۽ ماڇين جڏهن ڌارين کان وير پئي ورتو تہ، سنڌ جي ٻين قبيلن تماشو ٿي ڏٺو. جام صلاح الدين ڏهہ هزار لشڪر سان گڏ جنگ ٿي ڪئي تہ جام فيروز، ارغونن جو پڇ لٽڪائو بنجي، جام صلاح الدين سان وڙهڻ لڳو ۽ جڏهن سنڌواسين آخري ڀيرو ڪوشش ڪري، پنجاهہ هزار لشڪر گڏ ڪري، جام فيروز جي اڳواڻيءَ ۾ جنگ ڪئي تہ، وقت جي مفتين ۽ قاضين جي شرارت اڳ ئي راز کولي ڌارين کي هوشيار ڪيو. اهي هئا حال، ان وقت، اسان سنڌواسين جا، جن هڪ ٻئي کي مارائي، ڌارين وٽ پاڻ وڪائڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي. انهن پاڻ وڪائڻ وارن ۾ وقت جو مُلو، پير، جاگيردار ۽ جام فيروز شامل آهن، جن هڪٻئي کان گوءِ کڻڻ لاءِ ڪابہ ڪَسر باقي نہ ڇڏي. اهڙن اندر جي ابليسن لاءِ لطيف چوي ٿو،

صورت گهڻو سُهڻا، ٿاٿا سندن ٿوهہ،
ريلو ڏٺي روح، جو ڪائي سو ڪامي مري.
(شاهہ رحہ)

اهي سمورا سبب هئا، جن جي ڪري سمن کي شڪست جو مُنهن ڏسڻو پيو. جڏهن اهي سمورا سبب هڪ وقت ڪنهن به قوم ۾ موجود هوندا آهن ته غلامي، ان قوم جو مقدر بنجي پوندي آهي.

اڄ جڏهن تاريخ جا ورق اسان جي اڳيان موجود آهن ته هاڻي اسانجو فرض ٿو ٿئي ته، اسان سنڌ جي موجوده حالتن جو تجزيو ڪريون ۽ ڏسون ته هن وقت اسان ڪهڙي واٽ وٺيو پيا هلون...! ڇا، اها واٽ اسان کي غلاميءَ جي ڪاري کُن ۾ ته ڦٿو نه ڪندي...؟ ڇا، اسان اڄ به وقت جي مُلن، پيرن ۽ جاگيردارن جي هٿن ۾ راند ته بنيل ناهيون...؟؟

هن وقت سنڌ هڪ اهڙي نازڪ ترين واٽ تان گذري رهي آهي، جنهن ۾ سواءِ تباهيءَ جي ٻيو ڪجهه به نظر ڪونه ٿو اچي. ڇاڪاڻ ته اڄ جو دور سمن جي دور جي پڇاڙيءَ واري وقت کان به وڌيڪ گنڀير ٿيندو ٿو وڃي. جيئن سمن ۾ ڳهرو جهڳڙن جي ڪري غلامي نصيب ٿي، بلڪل اهڙي طرح پر اڃا به ٻه رتيون زياده اسين ان موذي مرض ۾ مبتلا آهيون. هڪٻئي سان، سياسي ۽ ذاتي دشمني اسان ۾ سمن کان به وڌيڪ آهي. جيڪڏهن، اسان تاريخ مان ڪجهه پرائڻ بدران اڄ به اهڙن ئي ڳالهين تي عمل ڪيو، جيڪي اڳ اسان کي تباهي ۽ بربادي طرف وٺي ويا هئا، ته پوءِ اسان وري به ڌارين جا غلام بنجي وينداسون!

جُھ سي لوڙائو تيا، جنين سنڌي ڏير،
ماروئڙا فقير، ڪنهن در ڏيندا دانهڙي.
(شاھ رحہ)

مخدوم صدو لانگاھ جي پنجين پيڙهيءَ ۾ سنڌ جي شاھ شهيد، شاھ عنايت، بلڪل اهڙين ئي حالتن هيٺ ۽ عين انهيءَ طريقي سان ٺٽي جي مغل نواب هٿان شهادت جو پيالو پيتو. جن حالتن هيٺ ۽ جنهن طريقي سان ڪلهوڙن جو سرفروش بزرگ ميان آدم شاھ ملتان جي مغل نواب هٿان تقريباً هڪ سؤ سال اڳ شهيد ٿيو- هن حالت ۾ فرق رڳو هيءُ هو ته ميان صاحب شهيد جي پنجينءَ پيڙهيءَ جو ميان يارمحمد ڪلهوڙو، جنهن ساڳين انهن مغلن ڪان سيوهڻ، بکر ۽ سيوي آزاد ڪرايا- اُهوئي ميان يارمحمد پنهنجي اُن مظلوم شهيد ترڏاڏي جي عظيم شهادت کي وساري ۽ خود پنهنجي مقصد عظيم يعني سنڌ جي قومي اتحاد ۽ قومي رياست جي شهادت کي وساري، پاڻ سنڌ جي معصوم شهيد شاھ عنايت جي قيام ۾ انهن ساڳين سنڌ جي خون پياڪ مغل شهنشاهت جو حامي ٿي بيٺو!

**محمد ابراهيم جويو**

(شاھ، سچل، سامي- ص، 63 ۽ ص، 64
سال 1990ع)

# ميان نور محمّد ڪلهوڙي جي پاليسين تي تنقيدي نگاه

هر ڳالھ جا ٻه پاسا ٿيندا آهن. جيستائين انهن ٻنهي پاسن ۽ پلوَن کي صحيح نموني چڪاسيو نہ ٿو وڃي، ايستائين ڪنهن بہ مقصد ۽ منزل تائين پهچڻ ناممڪن ٿي پوندو آهي. اهڙي طرح سنڌ جي تاريخ بہ ٻن پاسن واري آهي. پر ان کي هميشہ هڪ طرفو ڪري پيش ڪيو ويو آهي ۽ ٻئي پاسي تي سوين پڙ وجهي ڍڪيو ۽ لڪايو ويو آهي. سنڌ جي تاريخ ۾ اسان کي ڪيترائي هيرا نظر اچن ٿا، پر انهن جي شڪست کائڻ جي ڳالھ بہ سُڌ ڏنل ناهي. ڪهڙن سببن جي ڪري انهن بي بها هيرن ۽ سرويچن جي موجودگيءَ ۾ اسان ڌارين جا غلام بڻبا آيا آهيون. اها ڳالھ ڪٿي بہ بيان نہ ڪئي وئي آهي.

اهڙي طرح ڪلهوڙن جو دور بہ تاريخ ۾ وڏي اهميت رکي ٿو ۽ خاص ڪري زراعت جي لحاظ کان ان دور کي سنڌ جي تاريخ ۾ چوڏهينءَ جو چنڊ چئجي تہ وڌاءُ نہ ٿيندو. هڪ طرف ڪلهوڙن سنڌ، ڌارين کان آزاد ڪرائي ۽ ادائي سو ورهيہ. جهڙي طرح ڌارين سنڌ کي برباد ۽ ويران ڪيو، اهڙي طرح ڪلهوڙن وري سنڌ کي سرسبز ۽ آباد ڪري ڏيکاريو. سنڌ کي خزان مان ڪڍي بهار ۾ آندائون، ۽ سڙيل سنڌ ۾ تازو ساھ وڌائون، تہ ٻئي پاسي وري انهن ۾ ڪيترين ئي ڪمزورين ۽ ڪوتاهيون بہ موجود هيون، جن کي اُبتا سُبتا رنگ ڏيئي حڪمرانن جي حمايت ۾ پيش ڪيو ويو آهي. اڳين صفحن ۾ اسان ڪلهوڙن جي نادر شاھ ايرانيءَ کان شڪست کائڻ تي نظر وجهنداسون، جنهن سان ڪلهوڙن جي شروعاتي دور جي ٻن حڪمرانن، ميان يار محمد ۽ ميان نور محمّد ڪلهوڙي جي پاليسين، ذهانت، بهادريءَ ۽

عوام سان مثبت روين جي سڌ پئجي ويندي.

## الف- مختلف قبيلن سان ورتاءُ:

هر بادشاهه ۽ اڳواڻ لاءِ اهو ضروري آهي ته اهو پنهنجي رعيت سان سٺو ورتاءُ ڪري، ۽ ڪوشش ڪري ته ملڪ جي ڀلائي ۽ بهبود لاءِ رُئل ڏرين ۽ شخصيتن سان ڀائپيءَ وارو سلوڪ اختيار ڪري ته، جيئن اهي به ملڪ جي چڱائيءَ لاءِ ڪارآمد ثابت ٿي سگهن ۽ ڏکئي وقت ۾ ساٿي بنجي سهڪار ڪن. ان مان ئي بادشاهه جي داخلا پاليسيءَ جي چڱي هُجڻ يا خراب هجڻ جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. ميان يار محمد ۽ ميان نور محمد جي داخلا پاليسيءَ جي ان پهلوءَ کي اُجاگر ڪرڻ لاءِ سندن دور تي نظر وجهنداسون جيئن اصل حقيقت سامهون اچي وڃي.

سندن دور جو مطالعو ڪندي اها ڳالهه واضح طور نظر اچي ٿي ته ڪلهوڙن کي سنڌ ملڪ جون واڳون جڏهن ڪان هٿ آيون ته انهن سنڌ ۾ امن امان قائم ڪرڻ بجاءِ سنڌ جي مختلف قبيلن ۽ شخصيتن ڪان پراڻيون دشمنيون پاڙڻ شروع ڪيون. ڏارين لڻيرن سان مهاڏو اٽڪائڻ بجاءِ، سنڌواسين سان جنگيون ڪري ڪيترن ئي بي گناهن کي شهيد ڪري پاڻ کي سوڀارو سمجهڻ لڳندا هئا. سندن سموري تاريخ اهڙن واقعن سان ڀري پئي آهي، جنهن جو مختصر جائزو هيٺ پيش ڪجي ٿو.

## ب- دائود پوٽا:

ڪلهوڙن ۽ دائودپوٽن جو تڪرار هوندءَ ته تمام پراڻو هلندو پئي آيو، پر جڏهن ڪان ميان يار محمد کي 'مغليه سرڪار' پاران 'خدا يار خان' جو لقب مليو ته ميان يار محمد دائودپوٽن کي آزارڻ شروع ڪيو. چو ته، دائودپوٽا گهڻو اڳ وڏي شهرت جا مالڪ هئا، جيڪا ميان صاحب ڪان ڏٺي ڪونه ٿي ٿئي. جنهن ڪري ميان صاحب جي دل ۾ حَسد جي باهه دکڻ لڳي، جيڪا هوريان هوريان وڏي ڀيڙ بنجي ايري پئي، ۽ جنهن آخر جنگ جو روپ اختيار ڪيو:

"لاشن جا ڍير لڳي ويا، خون جون نديون وهي هليون، ڪيترن ماڻهن جون

حياتيون ختم ٿي ويون. سنجر خان، هوت خان فيروزاڻي، بخشي خان، مٺو خان علاڻي ۽ دلاور خان هالاڻيءَ بندوقن سان جنگ شروع ڪئي ۽ پوءِ مردانگيءَ سان تلوارون ڪڍي اهڙي شان سان لڙيا جو آسمان مان بهادريءَ تي تحسين جا آواز اچڻ لڳا." (45)

اها ايڏي خونريزي ۽ جنگ ڪلهوڙن ۽ دائودپوٽن جي وچ ۾ مسلسل ست ڏينهن هلندي رهي. پنهنجو پاڻ ۾ وڙهي ڪيترائي مڙس ماري وڌائون. هڪ ته مذهبي پيشوا هجڻ سبب ميان يار محمد کي ايڏي رتوڇاڻ ڪرائڻ نه پئي سونهي. ٻيو ته حڪمران هجڻ جي حيثيت سان ان تي فرض پئي عائد ٿيو ته، هو جنگ سان نه پر صُلح سان مسئلن کي حل ڪري ها. پر پوءِ به دائودپوٽن جي سردار امير محمد مبارڪ خان، اخلاق جي بلنديءَ ۽ ڪشاده دليءَ جو مظاهرو ڪندي صلح جي لاءِ هٿ بڌگهيريا. جنهن جي عيوض دائودپوٽن کي ڳري قيمت ادا ڪرڻي پئجي ويئي. ڇو ته فيصلي ۾ دائود پوٽن کي پنهنجي آباد علائقي جي ڪافي حصي تان هٿ کڻڻو پئجي ويو. جنهن مان ظاهر ٿو ٿئي ته، ميان صاحب کي دائودپوٽن جي ايراضيءَ تي قبضي ڪرڻ جو شوق هو ۽ نه وري ڪي ٻيا سبب هئا، جيڪي ميان صاحب جي خطن مان ظاهر ٿين ٿا ته،

"دائودپوٽا ڏاڙيل هئا، اهي منهنجي حدن اندر اچي منهنجي رعيت جي ڦرمار ڪندا هئا."

ميان صاحب کي جيڪڏهن ڌاڙيلن کي سيکت ڏيڻي هجي ها ته، انهن کي مارائي مڃائي ها. نه ڪو ڪجھ ايراضي وٺي ڪين ڇڏي ڏئي ها ۽ جيڪڏهن دائودپوٽا به واقعي ڦرمار ڪندڙ يعني ڌاڙيل هجن ها ته، سندن وچ ۾ ٿيل ٺاهه هلي نه سگهي ها. پر سندن وچ ۾ جيڪو ٺاهه ٿيو هو اهو ميان يارمحمد جي حياتيءَ تائين رهيو ۽ جڏهن ميان يار محمد جي وفات کان پوءِ گاديءَ تي سندس پٽ ميان نور محمد ويٺو ته، وري انهن ۾ نفاق پئجڻ شروع ٿيو. ميان نورمحمد جي سازش جي سڌ ته اڳ ۾ ئي دائودپوٽن کي پئجي وئي هئي، پر جنگ جي نوبت ان وقت آئي، جڏهن ميان نور محمد، دلاور خان هالاڻيءَ کي ملا جُنيد هٿان مارايو. دلاور خان هالاڻيءَ کي مارائي، ميان نور محمد هڪ ته مُلا جُنيد جي سچائيءَ جو ثبوت ورتو ۽ ٻيو ته دائودپوٽن

ڪي ڪمزور ڪرڻ لاءِ انهن جو هڪ بهادر سپه سالار به ختم ڪرايو.

دلاور خان جي مرڻ کان پوءِ ميان نور محمّد شڪارپور تي عجيب نموني جو گهيراءُ ڪرايو.

”بهاري شاه جي فوج شڪارپور جي اوله ۾، ۽ راجا ليڪيءَ جي فوج اوير ۾ متعين ڪئي. مراد ڪليري ۽ ڪوسا اتر ۾ مورچا هڻي ويٺا هئا ۽ خود ميان صاحب پنهنجي خاص فوج سان ڏکڻ ۾ موجود هو.“ (46)

ڪافي ڏينهن جنگ جاري رهي. جڏهن ميان صاحب کي جنگ ۾ زياده خرچ ٿيڻ سبب نقصان جو خيال ٿيو ته، هڪ وڏو حملو ڪرايائين پر ان ۾ کيس ڪجھ به پلئه ڪونه پيو. آخر صلح ڪري دائودپوٽن کان وري شڪارپور جو ڪجھ حصو وٺي واپس وريو، پر شرارتي مُلا جُنيد کي شڪارپور مان مليل حصي تي ناظم مقرر ڪيائين، جيئن وقت بوقت اهو دائودپوٽن کي تنگ ڪندو رهي.

مُلا جُنيد، ميان صاحب جي وڃڻ کان پوءِ دائودپوٽن کي آزاريندو رهيو، جنهن کي سيکت ڏيڻ لاءِ دائودپوٽن تياري ڪئي ته هُو ڀڄي وڃي ميان نورمحمّد وٽ پهتو. ميان صاحب شڪارپور کي هميشه لاءِ فتح ڪرڻ واسطي هڪ وڏو ڪٽڪ مُلا جُنيد کي ڏيئي دائودپوٽن تي چاڙهي موڪليو. ان ئي وقت دائودپوٽن جو سردار امير محمّد مبارڪ وفات ڪري ويو ۽ دائودپوٽن جو پڳدار محمّد صادق بڻيو. ميان نور محمّد جڏهن امير مبارڪ جي وفات جي خبر ٻڌي ته عذرخواهي ڪرڻ لاءِ مصلحت کان ڪم وٺڻ بجاءِ پنهنجي سر به فوج وٺي اچي شڪارپور تي ڪڙڪيو. محمّد صادق جنگ ۾ ٻلائي نه جاٽي پنهنجي اهل و عيال ۽ پوئلڳن کي وٺي، شڪارپور مان لڏي سنڌوءَ جي ’دبلي بيٽ‘ ۾ اچي ويٺو. پر ميان صاحب انهن جي پيڇي ڪرڻ لاءِ، مير شهداد خان ٽالپر جي نگرانيءَ ۾ فوجي دستو ڏيئي کيس دائودپوٽن جي پٺيان چڏيو، جن ’دبلي بيٽ‘ تي اچي حملو ڪيو. جتي ڪافي انسانن جون جانيون زيان ڪيون ويون. آخر اُچ جي گادي نشين وچ ۾ پئي، دائودپوٽن کي ملتان جي علائقي ۾ رهائڻ لاءِ گهرائي ورتو. اهڙي طرح دائودپوٽن کان نه رڳو شڪارپور ڦرجي وئي پر انهن کي سنڌ مان به نيڪالي ڏني وئي.

ان مان ڪلهوڙن ۽ دائودپوٽن جي وچ ۾ لڳندڙ لڙاين جي سُڌ پوي ٿي ته،

ڪلهوڙن جو اصل مقصد شڪارپور حاصل ڪرڻ جو هو. جنهن جي ڪري، ٻئي، ٽنهي مهيني سندن وچ ۾ جنگ لڳندي رهندي هئي. آخر، دائودپوٽا، وقت جي تقاضا کي مدِنظر رکندي، شڪارپور کي ڇڏي ملتان وڃي رهيا ۽ شڪارپور جو سمورو سرسبز علائقو ڪلهوڙن جي قبضي ۾ اچي ويو.

## ث- صوفي شاهه عنايت شهيد جو واقعو:

صوفي شاهه عنايت شهيد جو واقعو بہ ميان يار محمد جي پڇاڙيءَ واري وقت ۾ ئي گذريو آهي. جنهن بابت جديد دور ۾ تمام گهڻو تحقيقي ڪم ٿيو آهي. ڪيترن محققن جي راءِ آهي تہ، صوفي شاهه عنايت جي شهادت ۾، ڪلهوڙن جا هٿ، بنسبت سيدن، پليجن ۽ جتن جي تمام گهٽ رڱيل آهن ۽ اهو سمورو واقعو تہ جي سازش جي نتيجي ۾ رونما ٿيو آهي. پر پوءِ بہ ان واقعي ڪلهوڙن جي خلاف عوام ۾ شديد نفرت پکيڙي ڇڏي هئي. ڇو تہ صوفي شاهه عنايت کي شهيد ڪرائڻ ۾ ميان يار محمد جي پٽ ميان نورمحمد ۽ سندس سپہ سالار مير شهداد خان جو وڏو ڪردار نظر اچي ٿو. اهي ٻئي شخص هئا، جن صوفي صاحب ۽ مغليہ فوج جي وچ ۾ قرآن شريف تي ٺاهه ڪرائڻ جو ڍونگ رچي، صوفي شاهه عنايت کي گهيري مان ڪڍي، اعظم خان وٽ پيش ڪيو هو. جنهن صوفي شاهه عنايت کان آڏي پڇا ڪري، کيس شهيد ڪري ڇڏيو.

هاڻي سوال ٿو پيدا ٿئي تہ، صوفي صاحب هلندڙ جنگ ۾ دشمن تي ڪيئن ويساهه ڪيو جو، اڪيلي سر انهن سان ٺاهه ڪرڻ ويو. منهنجي خيال ۾، ان جا هيٺيان سبب هئا:

1- پيري مرشديءَ جي لحاظ کان ڪلهوڙن کي سنڌ ۾ وڏي اهميت حاصل هئي.

2- ڪلهوڙا سنڌ جي ڪافي حصي جا حڪمران هئا.

3- ڪن محققن جي راءِ موجب تہ، صوفي شاهه عنايت 'مهدوي تحريڪ' کان متاثر هو ۽ ڪلهوڙا بہ مهديءَ جا مريد هئا.

4- دشمن جي پيٽ ۾ سندس لشڪر تمام گهٽ هو، جن مان بہ ڪيترائي مارجي چُڪا هئا. صوفي صاحب سواءِ منزل ماڻڻ جي باقي لشڪر کي

مارائڻ نہ ٿي گھريو. جنهن ڪري صلح جي اَچ قبول ڪيائين.

شاه عنايت کي شهيد ڪرائڻ ۾ مدد ڪرڻ جي عيوض، ميان يار محمدَ کي ڪافي علائقا بطور انعام مليا، جن ۾، لڪري، دندو، حجام، دورنڪ، رجب، پسر، پاجات، ڏور ۽ دهي قابلِ ذڪر آهن.

ميان يار محمدَ مغلن آڏو سرخرو ٿيڻ لاءِ، صوفي شاه عنايت کي شهيد ڪرائي هميشہ لاءِ قِٺ لعنت جو طوق پنهنجي ڳچيءَ ۾ وجهي ڇڏيو.

## ج- کُهڙن جا مخدوم:

ميان نور محمدَ جي زماني ۾ وڏو واقعو کُهڙن جي مخدومن سان پيش آيو. جيڪو اڄ بہ هيڏي لوڻءَ ڪاندارجي ٿي وڃي، ۽ ذهن سوچڻ تي مجبور ٿو ٿئي تہ ڇا، پنهنجن جي دورِ حڪومت ۾ بہ اسان جي بزرگن سان ايڏو ظلم پئي ٿيو.

مخدوم عبدالرحمان پنهنجي وقت جو وڏو عالم ۽ زاهد هو. ان جي زهد ۽ تقويٰ جي باري ۾ تاريخ ۾ ڪيترائي بيان آهن. جنهن جا سنڌ ۾ هزارين مريد ۽ معتقد هئا، جيڪي سنڌس هر حڪم جا پائبند هوندا هئا ۽ مخدوم صاحب جي اشاري ملڻ جا منتظر رهندا هئا. مخدوم صاحب کُهڙن جي ڳوٺ ۾ رهائش پذير هو، جيڪو سنڌس وڏن جو هڏايل هو.

روهڙيءَ ۾ اصفهاني سيد رهندا هئا. انهن سيدن مان هڪڙو سيدزادو هڪ ڳائٽيءَ عورت تي عاشق ٿي پيو، جنهن ڪري ان سيد پنهنجي طاقت جي زور تي ان عورت کي پاڻ وٽ سريت بنائي گهر ۾ رهائش پئي گهريو. ان ڳائٽيءَ جو مڙس غريب ماڻهو هو. منجهس سيدن سان اٽڪڻ جي سَگهہ ڪونہ هئي. تنهن تي هُن زال سميت مخدوم عبالرحمان کي اچي دانهن ڏني تہ، 'مون سان سيد اهڙو ظلم ڪري رهيا آهن.' جنهن تي مخدوم صاحب سيدن ڏانهن ماڻهو موڪلي کين منع ڪئي پر اهو سيد پنهنجي هَٺ تان نہ لٿو. جيتوڻيڪ مخدوم صاحب انهن سيدن مٿان ڪيترائي ڏورا ڪيا هئا پر مخدوم صاحب جو چيو نہ مڃيائون. مخدوم صاحب ان عورت کي ڪجھ ڏينهن پنهنجي پناه ۾ رکي، پوءِ واپس پنهنجي ڳوٺ روانو ڪيو. ساڻس پنهنجا ڪجھ مريد بہ ساڻ ڏنائين. اها خبر جڏهن ان سيد کي پئي تہ، هن پاڻ سان ڪجھ هيا

همراه وٺي رستي تان ان عورت کي اغوا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جنهن ۾ هنهي ڌرين جا ماڻهو مارجي ويا. اهو هو اصل واقعو جنهن تان ايڏو مَمڻ مَتو. ماڻهو ته هنهي ڌرين جا مارجي ويا هئا، ۽ اڳرائي به روهڙيءَ وارن سيدن ڪئي هئي. چوته، هُو هڪ غريب ڇانٽي عورت سان زيادتي ڪري رهيا هئا. مخدوم صاحب جو ڏوهه صرف اهو هو ته، هُن، ان عورت سان زيادتي ٿيڻ نه ڏني ڳهري.

ان وقت روهڙيءَ ۾ ميان نور محمّد ياران معين ڏهر ڪاردار مقرر ڪيل هو. تنهن نه ڪئي هم نه تم، ڪٽي مخدوم صاحب خلاف، ميان نور محمّد ڏانهن لکي مُوڪليو ته، 'ڪُهڙن جي مخدومن خلاف خون جي رپورٽ داخل ٿي آهي.' جنهن تي ميان صاحب سواءِ سوچ ۽ ويچار جي سيوهڻ مان فوج جو وڏو ڪٽڪ موڪليو. جنهن اچي ڪُهڙن جي ڳوٺ کي گهيراءُ ڪيو. مارڻ کان اڳ مخدوم صاحب کي چيو ويو ته، "اسان تنهنجو رت شيشيءَ ۾ بند ڪري ميان صاحب کي پيش ڪنداسون." ان تي مخدوم صاحب کين جواب ڏنو ته، "اوهان کي منهنجي رت جو هڪ ڦڙو به هٿ نه ايندو" ۽ واقعي ٿيو به ائين. تاريخون لکن ٿيون ته، 'مخدوم صاحب کي شهيد ڪرڻ کان پوءِ منجهانئن هڪ ڦُڙو به رت جو نه وهيو.' مخدوم صاحب سان گڏ ساٺس هن سَون مريدن کي به شهيد ڪيو ويو.

ميان صاحب جي ايذي ظلم جو جڏهن سبب جاچينداسون ته، پتو پوندو ته، ميان نور محمّد پنهنجي موجودگيءَ ۾ ڪنهن ٻي شخصيت جي ديني يا دنيوي شهرت ڏسي نه ٿي سگهيو. تنهن ڪري جنهن به شخص جو اثررسوخ وڌندڙ ٿي ڏٺائين ته ان کي مارائي ٿي ڇڏيائين.

ميان نور محمّد جي انهن غلط پاليسين سبب سموري سنڌ ۾ وڏو انتشار ڦهليو رهيو ۽ ان پکڙيل بحران ڪري عام ماڻهو، وقت جي حڪمرانن کان پاسيرو رهيو چو ته، سنڌواسي ادائي سَو سال مغلن خلاف وڙهيا هئا، پر جڏهن سنڌ جون واڳون ڌارين جي هٿن مان ڦري هڪ سنڌي خاندان جي هٿن ۾ آيون ته، اهي به سندن مٿان ظلم ۽ ڏاڍ ڪرڻ لڳا. پنهنجي آقائن جي اڳيان سُرخرو ٿيڻ لاءِ غليظ کان غليظ ڪم به سرانجام ڏيڻ لڳا. وري سنڌ جي بدنصيبي اها ڇنجي جو عين ان وقت نادر شاه سنڌ تي حملہ آور ٿيو.

سنڌي چواڻيءَ تہ، ”رني تہ اڳيئي ويني هئي، ويتر جو پيڪن ڏانهن نياپو ميس“ سو سنڌ بہ اڳ ئي اندروني ڪشمڪش جو شڪار هئي، ويتر ڌارين جو وڏو ڪٽڪ اچي مٿان ڪڙڪيو تہ. ميان نور محمّد جون مَتيون ئي مُنجهي ويون.

ميان نور محمّد دهليءَ ۾ نادر جي برپا ڪيل مقتل گاه کان بہ واقف هو ۽ پنهنجي عوام جي لڳ لاڳاپن جي بہ سُڌ هُيس. سو نادر جي اچڻ جي خبر ٻڌي ڪٿي ٻَر مُنهن ڪيائين. تيڻ تہ ائين ڪُهربو هو جو جيئن نادر جي اچڻ جو ٻڌو هئائين تہ، ميان صاحب ڪا جنگي حڪمت عملي تيار ڪري ها، ان وقت سندس ڪيترائي نامَور سپہ سالار ۽ مشير وٽس موجود هئا. عام ماڻهن کي جنگ ڪرڻ لاءِ تيار ڪري ها، پر ميان نور محمّد ان جي اُبتڙ پنهنجو مال ملڪيت، ننگ ۽ هڪ لک لشڪر ساڻ ڪري ’عمر ڪوٽ‘ راهي ٿيو. پٺيان نادر شاه واءُ مِينهن ڪيو بي انتها ظلم ڪندو، ميان صاحب جو پيڇو ڪندو رهيو.

نادر کي ميان صاحب جي انهن غلط پاليسين ڪري ڪيترائي همدرد ۽ هڏڏوکي ملي ويا. جيڪي رستن ۽ پيچرن جي رهنمائي ڪري، نادر جي لشڪر کي راه جي مصيبتن کان ڇوٽڪاري ڏيارڻ ۾ مددگار بنيا. ڪلهوڙن جي ظلم جو شڪار گهڻي ڀاڱي دائودپوٽا بنيا هئا. تنهن ڪري انهن نادر جي چڙهائيءَ کي قدرت پاران غنيمت سمجهيو.

دائودپوٽن جي امير صادق محمّد خان، ديري اسماعيل ۾ وڃي نادر جي خدمت ۾ حاضري ڀري ۽ هر سهولت فراهم ڪرڻ جو يقين ڏياريو. ان کان پوءِ دائودپوٽا نادري لشڪر سان گڏ رهيا. اهڙي طرح انهن ڪلهوڙن کان انتقام وٺڻ خاطر سنڌ کي ڌارين آڏو گروي رکيو. ميان صاحب جڏهن نادر کان معافي گُهري پيش پيو تہ، سنڌ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪيو ويو ۽ شڪارپور وري ساڳي طرح دائودپوٽن کي ملي.

## د- پرڏيهي پاليسي:

پرڏيهي پاليسي بہ هر ملڪ تي ايتروئي اثرانداز ٿئي ٿي، جيترو داخلا پاليسي پر پرڏيهي پاليسي اجا بہ وڌيڪ حيثيت رکندي آهي. جنهن ملڪ جي

پرڏيهي پاليسي ڪمزور هوندي، يعني پاڙيسري ملڪن سان ... ناپا بهتر نہ هوندا تہ، اهو ملڪ ڪنهن بہ وقت وڏي انتشار جو شڪار ٿي سگهي ٿو.
ميان نور محمّد جي وقت ۾ سنڌ جي اندروني پاليسيءَ جيان، پرڏيهي پاليسي بہ ناڪاره هئي. ميان صاحب رڳو مرڪز سان واسطا بهتر ٿي رکيا. باقي ٻين پاڙيسري ملڪن طرف ڪوبہ توجهہ ڪونہ ڏنو. نہ تہ، ان وقت ايشيا کنڊ ۾ بي انداز تبديليون رونما ٿي رهيو هيون. اورنگزيب جي وفات کان پوءِ مغل شهزادن جي وچ ۾ تخت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيتريون ئي خونريز جنگيون لڳيون هيون. جنهن ڪري مغلن جي سموري طاقت ختم ٿي چُڪي هئي. ان کان سواءِ دهليءَ جي دربار ۾ شيعہ سُني اختلاف بہ وڌي ويا هئا، جن جي اڳواڻن، شهزادن جي گهرو لڙائيءَ مان فائدو وٺي نظام الملڪ 1724ع ۾ 'دکن' ۾ آصف جاهي خاندان جي حڪومت جو بنياد وڌو ۽ سعادت علي خان اَئوڌ ۾ پنهنجي خاندان لاءِ حڪومت قائم ڪئي. روهيلکنڊ ۾ روهيلن ۽ باقي هندستان اندر افغانن، جاٽن، راجپوتن، مرهٽن ۽ سِکن ڪاهون شروع ڪيون. الهندو بنگال، بهار ۽ اوڙيسا پيشوا باجي راءِ جي قبضي ۾ اچي ويا.
ڪلهوڙا جڏهن، اچا تخت ڌڻي ڪونہ بنيا هئا تہ، بروهين سان سٺا لڳ لاڳاپا رکيائون پر جڏهن شهزادي معزالدين گنجابہ ڊاڍر جو علائقو ميان يار محمّد جي حوالي ڪيو تہ، قلات جي بروهين ۽ سنڌ جي ڪلهوڙن ۾ انهن علائقن تان چڪتاڻ شروع ٿي وئي. اها اثبت ڪافي وقت تائين هلندي رهي. ڪيتريون ئي جنگيون لڳيون ۽ جڏهن نادر شاهہ آيو تہ، بروهين ان جي ڪافي مدد ڪئي. جنهن جي عيوض ڪين سبيءَ وارو پرڳڻو مليو.
هوڏانهن صفوين جي حڪومت جي ايران ۾ پُڄاڻي ٿي. امير محمود 1725ع ۾ وفات ڪئي. جنهن کان پوءِ سندس سوٽ سلطان اشرف قنڌار جي تخت تي ويٺو. جنهن کان نادر شاهہ 1736ع ۾ ايران کي آزاد ڪرايو ۽ ڪجهہ وقت آخري صفوي بادشاهہ طهماسپ بن شاهہ حسين پاران، نادر شاهہ مدار المهام جي حيثيت ۾ رهيو. جنهن جي مرڻ کان پوءِ هڪ لک ايراني سردارن نادر شاهہ کي پنهنجو شهنشاهہ تسليم ڪيو. ٻن سالن کان پوءِ نادر شاهہ اگهاڙي تلوار هٿ ۾ ڪئي، جنهن سان آزاد ملڪن جي خودمختيار حيثيت کي زهريليون ڙُربون هڻڻ شروع ڪيون، ۽ نومبر 1738ع ۾ ڪابل

تي قبضو ڪيو ويو ۽ جنوري 1739ع ۾ ذڪريا خان پنجاب جي مغل صوبيدار کي ڏيئي دهليءَ کي فتح ڪرڻ لاءِ راهي ٿيو. دهليءَ ۾ هن وحشيءَ ايترو تہ محشر مچايو جو دنيا جا رهزن بہ عجب کائڻ لڳا ۽ اهڙي طرح دهليءَ کان پوءِ نادر شاه افشار سنڌ ڏانهن رخ ڪيو.

مغلن جي دربار ۾ مٿي بيان ڪيل وٺ پڪڙ کي ڏسي نادر شاه کهي اچي سندن گهر ۾ قتل عام ڪري تمام گهڻي ملڪيت ڦري ورتي. پر سنڌ جا ڪلهوڙا انهن کان انتقام وٺڻ تہ ٺهيو پر سنڌ جي آزادي بہ صحيح نموني وٺي نہ سگهيا. جنهن پروگرام لئہ ميان آدم شاه، ميان دين محمد ۽ ميان شاهل محمد شهادت جو جام پيتو هو، پر هُو ايڏن سارن موقعن ملڻ کان پوءِ بہ دهليءَ سرڪار جا ڏن ڀرو رهندا آيا. ميان يار محمد ۽ ميان نور محمد، مغلن کي خوش رکڻ لاءِ سندن فوجي مدد بہ ڪندا رهيا. ڪيترا ڀيرا تہ ميان يار محمد مغلن جي باغين کي سيکت ڏيڻ لاءِ مغلن جي دربار ۾ درخواستون بہ ڪندو رهيو هو. شاه محمد دوداڻي جڏهن مغلن کان بغاوت ڪري، بروهين وٽ وڃي رهيو، جنهن بروهين جي مدد سان دهليءَ سرڪار جي اثر هيٺ رهندڙ علائقن تي حملو ڪرڻ ٿي گهريو تہ، ميان يار محمد مغل دربار جي هڪ اهم شخصيت کي لکي موڪليو تہ،

”جيڪڏهن هيءُ ڪم منهنجي حوالي ڪيو وڃي تہ، ٿوري وقت ۾ اهڙي تدبير اختيار ڪريان جو باغي (شاه محمد دوداڻي) بي اختيار اوهان جي خدمت ۾ پهچي وڃي. اوهين منهنجا راز محرم ۽ شرم جا شريڪ آهيو انهيءَ ڪري بنا هبڪ لکان ٿو تہ، هن معاملي ۾ اهڙي تدبير اختيار ڪرڻ گهرجي، جنهن سان هندستان جي حڪومت جي عزت وڌي، جيڪو ڪم جان نثار غلام ڪري ڏيکاري ٿو (پاڻ لاءِ) ان ۾ بي اعتماد بيگانن کي چو شامل ڪيو وڃي (47) (ملتان جي حاڪم ڏانهن اشارو)“

ميان يار محمد جي خطن مان معلوم ٿئي ٿو تہ، هو مغلن اڳيان سدائين پاڻ کي خادم، ٻانهو ۽ غلام سمجهندو هو. ميان يار محمد جي وفات کان پوءِ ميان نور محمد مسند تي ويٺو. جنهن پڻ دربار سان اهڙائي واسطا قائم

رکيا ۽ ساڳئي پيءُ جي پيروي ڪندي مغلن ڏانهن خط لکڻ وقت پاڻ کي ڪمتر، نيچ ۽ اهڙن ئي غليظ لفظن سان نوازيندو رهيو، جيئن سندس پهريون خط مثال طور پيش ڪري سگهجي ٿو.

"اوهانجو هي موروثي غلام جيڪو پنهنجي پيءُ جي جاءِ تي فرمانبرداريءَ لاءِ تيار آهي. اطاعت ۽ فداڪاريءَ جا واجبات پورا ڪري رهيو آهي. حڪمن جي تعميل ۾ ڪوشان آهي، ايراني سرحد جي قلعن، سبي، گنجابہ ۽ ان کان سواءِ ٻين علائقن ۽ سيوستان (سيوهڻ) جي لَڪن جي نگهبانيءَ جا فرائض ادا ڪري رهيو آهي، ۽ مڙني معاملن لاءِ اڳي کان بهتر پيماني جي بندوبست تي نظر رکي ٿو." (48)

ميان نور محمدَ جي اهڙن خطن مان سڌ پوي ٿي تہ، ميان صاحب ۾ خودداري ۽ خوداعتمادي بنہ ڪونہ هئي. جيڪو ماڻهو پاڻ کي موروثي غلام سمجهي، اهو ڪڏهن بہ ڪنهن لاءِ فائديمند نہ ٿو ٿي سگهي ۽ اهو ڪڏهن بہ حالتن سان ٽڪر کائي ناهي سگهندو پر مختلف دٻائن ۾ اچي بيوس ٿي پوندو آهي. جيئن نادر شاهہ جي وحشي پٽي اڳيان ميان نور محمدَ دهلجي ويو.

اهي هئا ميان نور محمدَ جي زماني تائين سنڌ جي پاڙيسري ملڪن جا حال. انهن تبديلين ڏانهن ميان صاحب ڪوبہ توجهہ نہ ڏنو، هُو رڳو اندروني جهڳڙن ۾ رُڌل رهيو. ميان صاحب مهرن، پنهورن ۽ دائودپوٽن تي فتحياب ٿيڻ ۾ خوش رهندو هو. هُن جي اها خواهش هوندي هئي تہ ڪيئن بہ ڪري سماٽ قبيلن کي زيرِاثر ڪري، جنهن لاءِ ميان صاحب بلوچن کي حڪومت جي وڏن وڏن عهدن تي نامزد ڪيو ۽ بلوچن کي نوازيندو رهيو. تاريخ ۾ ڪيترن ئي بلوچن کي ميان صاحب پاران جاگيرون مليل هيون. بلوچن کي نوازڻ مان اها مراد وٺي سگهجي ٿي تہ، انهن جي طاقت کي استعمال ڪري سماٽ قبيلن تي ڪنٽرول ڪري سگهجي.

هاڻي سوال ٿو پيدا ٿئي تہ، جڏهن نادر شاهہ سنڌ تي ڪاهہ ڪئي تہ، ميان نور محمدَ ان لاءِ ڪهڙي تياري ورتي...! ڇا جنهن نموني دائودپوٽن خلاف شڪارپور تي، گهيراءُ ڪري کين سنڌ مان ڪڍيو هو اهڙي طرح نادر

شاهه لاءِ بہ ڪجھ سوچيو هو! يا صلاحڪارن ۽ مشيرن سان جنگ ڪرڻ لئہ ڪي صلاحون ۽ مشورا بہ ڪيا هئا...؟ جڏهن ميان صاحب ڏانهن پهريون پيرو نادر شاهه قاصد موڪلي خراج ڀرڻ ۽ هڪ پٽ کي ڏهن هزارن جي لشڪر سان پاڻ وٽ گهرائڻ جو پيغام موڪليو تہ، ان جي موٽ ۾ ميان صاحب جواب ڏنو تہ،

”مون وٽان خزاني جي اميد نہ رکو، اها سراسر اجائي آهي. منهنجي هٿ ۾ فقط هڪ خزانو آهي ۽ اهو تلوار آهي، مان ڪنهن جي بہ لشڪر کان نٿو ڊڄان.“ (49)

ڇا، انهيءَ همت ڀرئي ۽ سُورهياڻہ پيغام موڪلڻ کان پوءِ هُن جنگي حڪمت عملي تيار ڪئي؟ ڇا، ان وقت سنڌ جي سرحدن تي مسلح فوج ۾ وڌارو ڪيو ويو يا ان کان پوءِ بہ ميان صاحب ڪَن لاٿار ڪيو خاموش ويٺو رهيو؟؟ يقيناً انهن سوالن جو جواب انڪار ۾ ئي ملي ٿو. ڇو تہ، ميان صاحب جي اهڙي انتظام جي سُڌ، تاريخي ڪتابن ۾ ڪٿي بہ نہ ٿي ملي. ويتر ميان نور محمد هڪ لک سنڌي لشڪر سان ڪري ريگستان ڀڄي ويو. ميان صاحب، جيڪڏهن چاهي ها تہ، نادر شاهه جو مقابلو ڪري پئي سگهيو. ڇو تہ ان وقت وٽس بيشمار سپہ سالارن کان سواءِ هڪ لک فوج موجود هئي، ۽ نادر شاهه جي سنڌ پهچڻ ۾ ڪافي ڏينهن درڪار هئا، جن ۾ هُو گهڻو ڪجھ ڪري ٿي سگهيو پر، ميان صاحب کي موت جي ڊپ کان پنهنجي جان، مال ۽ ننگن کي بچائڻ لاءِ صرف اهوئي رستو نظر آيو. نہ تہ نادر شاهه، ميان نور محمد جو پيڇو ڪندي جڏهن اڳتي وڌي رهيو هو تہ. ”ماڇين جو دستو ميان جي فوج کان پوئتي رهجي ويو. هنن جڏهن نادري لشڪر کي ڏٺو، تڏهن رستو روڪي بيهي رهيا ۽ وڏي بهادريءَ سان وڙهيا. هي لڙائي اجا جاري ئي هئي تہ ريگستان جي طرف کان هڪ ٻي فوج اچي سهڙي. هي مهيرين جي فوج هئي، جنهن ۾ فقط نوَ سوَ سوار هئا. هنن اهڙي تيزي سان حملو ڪيو جو ايراني گهبرائجي ويا، پر هي مختصر لشڪر نادري سيل کي روڪي نہ ٿي سگهيو.“ (50)

ماڇين ۽ مهيرين جي ان مختصر بي يار و مددگار فوج جيڪڏهن نادر جي لشڪر کي منجهائي ڇڏيو هو تہ، هڪ لک سنڌي لشڪر، جنهن جي سروائي خود ميان نور محمّد نظم و ضبط سان ڪري ها تہ، يقيناً فتح ماڻي ها. سنڌي لشڪر بي ڊپو، بهادر ۽ جنگجو هو ۽ وڏي ڳالھ تہ، اها فوج ميان صاحب کي پنهنجي بادشاھ کان وڌيڪ مذهبي پيشوا ڪري مڃيندي هئي. سنڌي لشڪر جي ايمانداريءَ، وفاداريءَ ۽ پنهنجي اڳواڻ سان سچائيءَ بابت، ميان يار محمّد هڪ خط ۾ لکيو آهي تہ،

”مون وٽ خدا جي فضل سان سوار ۽ پيادا تمام زياده آهن ۽ اهو لشڪر دنيائي فائدن کان بالاتر آهي. انهن جي عقيدتمندي ابن ڏاڏن کان پيڙهي بہ پيڙهي هلندي اچي ٿي. هن خادم الفقرا سان هن جو تعلق اهڙو آهي جو، هو پروانن وانگر فدا ٿيڻ ۽ جان نثار ڪرڻ لاءِ بيتاب ۽ مضطرب رهن ٿا.“ (51)

جنهن سربراھ وٽ اهڙيءَ جان نثار ۽ عقيدتمند فوج هجي ۽ اهو اڳواڻ صرف پنهنجي جان بچائڻ لاءِ دشمن کان لڪندو ۽ رلندو وتي تہ، ان پيشوا کي ڀڄڻ، گيدي ۽ بزدل ڪوٺڻ کان سواءِ رهي نہ ٿو سگهجي.

ميان نورمحمد جو ريگستان هليو وڃڻ کي جنگي حڪمت عملي سڏي، ان جا ڳڻ ڳائڻ تاريخ سان وڏي ناانصافي آهي. منهنجي خيال ۾ ميان صاحب جي ائين ڀَر مُنهن ڪري وڃڻ سان سنڌ کي ڪافي نقصان برداشت ڪرڻو پئجي ويو ۽ اهو نقصان ٽہ طرفو هو،

1- ميان صاحب جڏهن نادر شاھ جي اچڻ جو ٻڌو تہ حڪم جاري ڪيائين تہ، ”رسد جو جيترو سامان جلائي سگهجي، جلايو وڃي ۽ جو جلائي نہ سگهجي، ان کي کُجهن هنڌن تي دفن ڪري ڇڏيو وڃي.“ (52)

2- نادر شاھ جڏهن لاڙڪاڻي پهتو ۽ ميان نور محمّد جو خدا آباد مان نڪري وڃڻ جو ٻڌي قيامت برپا ڪري ڏنائين. ان سموري نقصان بابت مولانا غلام الرسول مهر لکي ٿو تہ، ”نادر جي فوج جتي جتي پهتي، لٽ مار جي بازار گرم ٿي وئي. ايراني فوج ملڪ کي تباھ ۽ برباد ڪري

چڏيو. جنهن بہ طرف ڪا آبادي نظر ٿي آين، ان کي ويران ڪرڻ کان سواءِ دم نہ ٿي پٽيائون، ڪجھ ماڻهو مارجي ويا ۽ ڪجھ گرفتار ٿيا."(53)

3- ٽيون نقصان جيڪو وڏي پيماني تي ٿيو اهو آهي سنڌ کي وري ٽڪرا ٽڪرا ڪري ٽن حصن ۾ ورهائڻ جو. جنهن جو هڪ حصو ڪلهوڙن کي، ٻيو دائودپوٽن کي ۽ ٽيون حصو بروهين کي مليو.

ايڏن وڏن نقصانن کان سواءِ بطور ڏنڊ جي نادر شاهہ هڪ ڪروڙ رپيا ۽ ساليانو ويھ لک خراج طور عائد ڪيا. اهو ملڪي نقصان ميان صاحب رڳو پنهنجي جان جي پناهہ ملڻ جي ڪري قبول ڪيو.

ميان نور محمد نہ رڳو نادر شاهہ جي لشڪر کان لڪيو ۽ نٽايو هو، پر هر ڏارئي سپہ سالار اڳيان اچڻ کان ڪيهائيندو رهيو. سردار طهماسپ جلائر کي 1158هہ (1745ع) جي پڇاڙيءَ ۾ شيخ صادق جي خون جو بدلو وٺڻ لاءِ جڏهن نادر شاهہ روانو ڪيو ۽ هو جڏهن سنڌ پهتو تہ، ميان نور محمد وري گوشہ نشيني اختيار ڪئي هئي، يا وري جڏهن احمد شاهہ ابدالي سنڌ تي ڪاهي آيو تڏهن بہ، ميان نور محمد مقابلي ڪرڻ کان سواءِ روپوشي اختيار ڪئي، جنهن ۾ ڪيس موت سان ملاقات ڪرڻي پئي. ميان نور محمد جي هر پيري اها لڪ لڪوٽي راند ڪرڻ، سنڌ جي تاريخ ۾ هڪ بدنما داغ آهي.

**منجهان پيئي مڪڙي، ڪا جا پاڻيءَ بوند،**
**سيئي ڏنم روند، وڪر جن وڃايو.**
**(شاهه رحه)**

انهيءَ طرح سنڌ جا ٽالپر حاڪم ورڻ ورڻ جي ڪاڻي ٿي ويا ۽ ملڪ جو اتحاد پڻ انهيءَ سبب ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو. هنن جي حڪومت جي دوران ۾ انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته امن امان هو، پر اهڙو امن، جنهن ۾ ملڪ لاءِ ڪا آسودگي ڪانه هئي؛ حڪومت ته هئي، پر بنا ڪنهن قانون قاعدي جي. ٽالپر بيپرواهه ۽ عياش حاڪم هئا. هنن جو سمورو شوق شڪار تي هوندو هو. پاڻ نجر اسان کي انهن اميرن بابت ٻڌائي ٿو؛ جنهن ملڪ تي هنن جي حڪومت آهي، ان جي انتظام تي هو ڪو توجه ڪونه ٿا ڏين. نه ڏوهاريءَ کي سزا ٿي ملي، نڪي ڪنهن مظلوم کي انصاف ٿو ملي. هن وقت ائين ڪٿي چئجي ته هن ملڪ ۾ ڪا حڪومت آهي ئي ڪانه؛ جو ته هنن بلوچ سردارن کي ڄڻ ڪو پنهنجي ئي ڪاسارن جي لڳل آهي. عام رعيت جو الله واهي آهي.

**ايس، پي، ڇبلاڻي**
(سنڌ جي اقتصادي تاريخ
سنڌي ادبي بورڊ 1968ع ص، 29).

# ٽالپرن شڪست ڇو کاڌي؟

هر هڪ ڳالهه جا ڪي نہ ڪي سائنسي سبب هوندا آهن. بنا ڪنهن سبب جي ڪنهن حقيقت جو رونما ٿيڻ ممڪن ڪونہ آهي. ٽالپرن جي دور جي پڇاڙيءَ ۾ سندن شڪست بہ هڪ اهڙو سوال آهي، جنهن جا ڪيترائي جواب ٿي سگهن ٿا، جيڪي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي وڏي اهميت جي لائق آهن. ٽالپرن جي دور ۾ سنڌ ڌرتيءَ تي جڏهن تہ ڪيترائي بي بها هيرا، اڏول ۽ اٽوٽ انسان موجود هئا. هوشو شيدي ۽ شير سنڌ مير شير محمّد جهڙن بي ڊپن، بهادرن ۽ جرنيلن جي موجودگيءَ ۾، انگريزن سنڌ جي سرحد پار ڪري ملڪ جي چپي چپي تي وطن واسين جي رت سان هولي ڪيڏڻ جي سگهه ڪيئن ساري؟ انهن ڪي همٿ ڪيئن ٿي جو آزاد ۽ خودمختيار سنڌ کي غلام بنايائون؟ جڏهن تہ سنڌواسي پوڙهن کان وٺي معصوم ٻارن تائين پنهنجي جنم ڀوميءَ تان سر قربان ڪرڻ لاءِ بہ هميشہ تيار هئا. ڪيترائي ڀيرا تہ ڪفن پهري رت جي آخري ڦڙي وهائڻ تائين دشمن سان مهاڏو بہ اٽڪايو هئائون، پر پوءِ بہ ڪين سواءِ شڪست جو ٻيو ڪجهہ بہ پلئہ ڪونہ پيو.

اها هڪ واضح حقيقت آهي تہ قديم زماني کان وٺي سنڌ جا رهواسي امن ۽ محبت جا ڪونڌيا آهن. مهمان نوازيءَ ۾ بہ مشهور آهن، ۽ مهمان نواز بہ اهڙا جو مهمان سارو گهر ٻهاري وڃن تہ بہ ٻڙڪ نہ ڪڇن. امن جا پياسي بہ ايترا جيئن ڪنهن رڻ ۾ رلندڙ اڃارو مسافر. سنڌ جي امن پسنديءَ بابت ايچ- ٽي لئمبرڪ، لکي ٿو تہ،

”هي ملڪ قدامت پسند ۽ متعصب هندو مذهب کان پري هو. اتان جي رياست فقط ڪن گنهير قسم جي ذوهن جي حالت ۾ قدم کڻندي هئي. باقي عام طرح سان امن امان رکڻ ۽ هڪ ٻئي سان ڏي وٺ جي معاملن جو نبيرو

اتان جي عوام جي هٿن ۾ هوندو هو. ان مان هي اندازو ڪري سگهجي ٿو ته اتي مقامي حڪومت جو پنهنجائپ وارو طريقو رائج هو. جنهن جو انتظام نهايت سٺو هلندڙ هو، ۽ هر ڪوئي ان جو احترام ڪندو هو. هي هڪ حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهه آهي." اڳتي لکي ٿو ته "سنڌ جا ماڻهو فقط طبي علم ڪي مطالعي جي لائق سمجهندا آهن. ڇاڪاڻ ته اهي ماڻهو جنگي هنرن ۽ ٻين اهڙين ڳالهين جي مطالعي کي گناهه جو ڪم سمجهندا آهن." (54)

جنهن قوم جا ماڻهو ايترا امن پسند ۽ اهوجهه هجن جو پنهنجي بچاءُ لاءِ جنگي ڄاڻ حاصل ڪرڻ کي به پاپ سمجهن ته اهڙي قوم کي انگريزن جهڙي چالاڪ قوم آسانيءَ سان ڳڙي سگهي ٿي ۽ ٿيو به ايئن. انگريزن چالاڪيءَ ۽ حڪمت عمليءَ کان ڪم وٺندي، معاهدن جي ذريعي پنهنجا مقصد حاصل ڪيا. ڪونه ڪو بهانو ڪري ۽ ڊونگ رچائي، اڳ ۾ ڪيل معاهدن جي خلاف ورزي ڪئي. ڪين پنهنجن معاهدن تان ڦرڻ ۾ ذري برابر شرم ڪونه پئي آيو. انهيءَ ڳالهه جي ثبوت ۾ هي مثال ئي ڪافي آهن.

مير نصير خان جي قيد واري ڏنل بيان ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي ته "جڏهن انگريزي لشڪر حيدرآباد کان چوڏهن ڪوهه پريءَ جهرڪن وٽ اچي پڙاءُ ڪيو ته تمام موجوده معاهدن جي خلاف، اسان کان لشڪر جي خرچ پکي لاءِ ايڪويهه لک رپيا ۽ جنس جي صورت ۾ وڌيڪ ٽي لک رپيا ساليانه ادا ڪرڻ جي گهر ڪئي وئي. اسان انهيءَ تقاضا کي به پورو ڪيو. هندستاني حڪمرانن سان ڪيل معاهدن ۾ انگريز سرڪار جو اهو دستور رهيو آهي ته هو هڪ فقرو شامل ڪندا آهن ته 'پيڙهي به پيڙهي'، پر حقيقت اها آهي ته هو معاهدن جي مدت پنهنجي آسانيءَ مطابق مقرر ڪندا آهن. جنهن جو تلخ تجربو مون کي ٿي چڪو آهي.

ان کان پوءِ هڪ نئون معاهدو دستخط ڪرڻ لاءِ مون ڏي موڪليو ويو، جنهن ۾ چوويهه فقرا هئا، ۽ مون اهي به منظور ڪيا. پر منهنجي دستخط جي اڃا مس ئي ڪونه سڪي هئي جو ميجر جنرل سر چارلس نيپئر پنهنجي فوج سان سنڌ ۾ داخل ٿيو ۽ هڪ ٻيو معاهدو منهنجي دستخط ڪرڻ لاءِ مون ڏانهن روانو ڪيائين." (55)

انگريزن جو مقصد فقط اهو هو ته ڪنهن به طريقي سان پنهنجي

انگريزي راڄ کي وسيع ڪجي. مير تمام ساده دل هئا. هو انگريزن جي چالن کي سمجهي نـ ٿـي سگهيا. سن 1842ع ۾ سر چارلس نيپئر جڏهن حيدرآباد پهتو، تـ ميرن سندس وڏي شان ۽ مان سان استقبال ڪرڻ جون تياريون ڪيون ۽ سندس چڙهڻ لاءِ هڪ پالڪي موڪلي جنهن تي سون ۽ چانديءَ جو ڪم ٿيل هو. سندس ساٿـي آفيسرن لاءِ پڻ سون ۽ چانديءَ سان سجايل پالڪيون موڪليون ويون تـ جيئن اهي مٿن چڙهي اچن. ساڳي ئي وقت مير عباس علي خان ۽ ٻين ميرن کي سندس آجيان لاءِ اڳواٽ موڪليو ويو تـ اهي کين وٺي اچن. اهڙي شان ۽ دٻدٻي سان سر چارلس نيپئر ميرن سان ملاقات ڪئي، ۽ واپس ڪئمپ ۾ وڃي ٻئي ڏينهن صبح جو اسٽيمر تي چڙهي سکر هليو ويو. ٿوري وقت کان پوءِ ڪئپٽن اسٽينلي سکر مان حيدرآباد آيو ۽ پاڻ سان هڪ معاهدو ۽ خط کڻي آيو. ميرن جڏهن خط ۽ عهدنامو ڏٺو تـ حيران ٿـي ويا، ۽ احتجاج طور بہ خط سر چارلس نيپئر ڏانهن قاصد هٿان ڏياري موڪليائون، تـ "انهيءَ عهدنامي ۾ اسانجي تباهي آهي. انهيءَ معاهدي موجب کيترائي علائقا انگريزن کي ڏيڻا پئي پيا، مگر ڪجھ بہ ڪڙتيل نـ نڪتو ۽ ميرن پنهنجي تباهيءَ تي پاڻ مهر هنئي." (56)

ميرن اهو ذلت آميز معاهدو انهيءَ ڪري قبول ڪيو تـ جيئن انگريز مٿن حملو نـ ڪن. پر پوءِ بہ انگريزن ميجر آئوٽرام ۽ سر چارلس، قلعي ۾ گهڙي، جيڪا عقوبت ميرن سان ۽ ميرن جي حرمن سان ڪئي، سا تاريخ ۾ اسان سنڌواسين لاءِ هڪ شرمناڪ داغ آهي. اهو سڀ ڪجھ انهيءَ ڪري ٿيو جو ميرن فوجي حڪمت عملي فقط پنهنجي بروچن تائين محدود رکي، هنن دفاعي پاليسيءَ ۾ بہ مفاهمت واري روش اختيار ڪئي. نتيجو اهو نڪتو جو ميرن کي قلعي ۾ جيڪي صعوبتون ۽ عقوبتون سهڻيون پيون، انهن جو مثال ئي ڪونـ ٿـو ملي. (57)

سو اهڙي نموني سان جنهن معاهدي مان انگريزن پنهنجو مطلب پورو پئي ڪيو تـ، وري ٻيو معاهدو مٿان پئي ڪڙڪيو. انگريز پاڻ معاهدن تي پابند ڪونـ رهيا، پر صرف مير صاحبن کان پنهنجا مطلب ٿـي ورتائون، ۽ اسان جا مير صاحب رڳو هُش ۾ خوش ۽ مهمان نوازيءَ ۾ پورا هئا. هي ويچارا پڪا مسلمان واعدي جي خلاف ورزيءَ کي وڏي گناھ برابر سمجهندا هئا. هڙ وڃي

تہ وڃي پر مڙس جي ڳالھ نہ وڃي. پوءِ توڙي جو اهو واعدو ساري قوم کي برباد ڇو نہ ڪري؟ سيٺ نائونمل پنهنجي يادگيرين ۾ لکي ٿو تہ، ” مير مراد علي خان جڏهن موت جي ويجهو ٿيو تہ، سندس وات تي هي لفظ هئا، ۽ هر هر پئي ورجايائين تہ مان انگريز سرڪار سان معاهدو ڇو ڪيو. جيڪڏهن مان جيئرو هجان ها تہ، اهو ضرور ڀاڙيان ها، پر مون کي شڪ آهي تہ منهنجا جاءِ نشين ان جي عزت يا پوئواري نہ ڪندا“ (58)

پاڻ تہ ڀلارو ويو پر پوين کي بہ پارتون ڪندو ويو. اهڙي طرح انگريزن اهڙن سادن ماڻهن کي سولائي سان پنهنجي ڄار ۾ ڦاسايو. جيڪڏهن مير انهن جي ڏٽن، دلاسن ۽ حڪمت عمليءَ ۾ نہ ايندا هئا، تہ ميرن کي مڃائڻ لاءِ وٽن ٻيو حربو بہ هو. جيئن سنڌيءَ ۾ چوندا آهن تہ ”ڏاڍي جي لٺ کي ٻہ مٿا“ هڪ نہ ٻئي پاسي کان مير هٿيڪا هوندا هئا. ٻيو مٿو هو ڏاڍائي. قرب سان جيڪڏهن ميرن نہ ٿي مڃيو تہ ڏاڍائيءَ جي زور تي معاهدن تي صحيحون ڪرائڻ بہ هنن لاءِ سولو هو. ايئن ڪٿي چئجي تہ ويچارا مير ٻڇڙا ۽ بزدل بہ هئا. سو اهڙي طرح انگريز سنڌ ڌرتيءَ کي وٺ ويڙهيءَ جيان وڪوڙي ويا...!

## الف- مذهبي ڪٽرپڻو:

اهڙي طرح مذهب جي انڌي عقيدت بہ اسان سنڌواسين ۾ تمام پراڻي دور کان هلندي پئي اچي. عرب قوم جڏهن ڪيترائي ڀيرا شڪست جو منهن ڏٺو تہ هندو مذهب ۾ مذهبي نموني پرچار ڪيائون تہ، عرب قوم ۾ هڪ اهڙو سپہ سالار پيدا ٿيندو جيڪو برصغير کي فتح ڪندو. ان جو نتيجو اهو ٿيو جو جڏهن محمد بن قاسم هند (سنڌ) تي ڪاهہ ڪئي تہ ڪيترائي علائقا، سواءِ لڙائيءَ جي پيش پيا ۽ باقي ڪجھ سورمن سان جنگ ڪري فتح حاصل ڪيائين. ساڳي طرح جڏهن شاھ بيگ ارغون جو پهريون حملو ناڪام ويو ۽ سنڌ جي سورمن جي سورهيائي سان پاڻ اتڪائڻ، موت کي سڏ ڪرڻ جي برابر سمجهيائين، تڏهن اڳين ليڙن جي پيروي ڪندي اسلام کي هٿيار طور استعمال ڪيائين. جنهن ۾ چئن يارن جي چونڪڙي ۽ مهدوي تحريڪ جو بارود ڀري سنڌ واسين تي استعمال ڪيو ويو. ان طريقي سان هو

ڪامياب نہ ويو.

تاريخ ۾ اسان ڪان جيڪي غلطيون ٿيون، سي ٽالپرن ۾ بہ موجود هيون. ٽالپر وڏا مذهبي ماڻهو هئا ۽ انهن جو اهل تشيعت طريقي سان واسطو هو. اڳ ۾ ڏاريا مذهب جي آڙ وٺي اسان کي لٽيندا ۽ ڦريندا هئا، پر ٽالپرن ۾ ايترو مذهبي ڪٽرپڻو هو جو، ڏارين کي اهو طريقو استعمال ڪرڻو ئي ڪونہ پيو. ٽالپرن انهن کي پاڻ رستو صاف ڪري ڏنو. ڇو جو ٽالپرن ۾ مذهب پرستي اڳئي موجود هئي. انهيءَ مذهبي ڪٽرپڻي ۾ ٽالپرن کان اهو بہ وسري ويو هو تہ، هندو بہ اصل سنڌي هئا ۽ سنڌ جي ڌرتيءَ جا وارث هئا. پر انهن هندن سان ٽالپرن مذهبي دشمني رکي. اها دشمني بہ ايڏي جو ڪنهن هندوءَ کي گهوڙي تي چڙهي واپار ڪرڻ جو حق ڪونہ هو. جڏهن تہ هندن جو واپار دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙيل هو. هندو گڏهن ۽ خچرن تي چڙهي واپار ڪندا هئا. ڪن ڪن هندن کي گهوڙي تي چڙهڻ جي اجازت هوندي هئي پر اهي بہ گهوڙي کي زين ڪونہ پارائي سگهندا هئا ۽ جيڪڏهن ڪو عالم يا معزز شهري واٽ ويندي گڏجي وين تہ هندو ان جي تعظيم ۾ گڏهن ۽ خچرن تان بہ لهي پوندا هئا. اهو تہ هين سماجي ورتاءُ، پر ڪو هندو جيڪڏهن اتفاق سان ڪنهن ڪم سانگي، ڪنهن مسجد جي در تي بيٺل نظر ايندو هئن تہ ان کي جلديءَ ۾ ڪلمو پڙهائي، زوريءَ مسلمان ڪندا هئا. جيڪڏهن ڪنهن مسلمان حاڪم وٽ ڪنهن هندو جي شڪايت پهچندي هئي تہ اهو حاڪم ان هندو کي سزا طور مسلمان ڪرائيندو هو. سيٺ نائونمل پنهنجي يادگيرين ۾ لکيو آهي تہ،

"هڪڙي ڏينهن نصرپور جي هڪ هندو مزدور جو پٽ استاد جي پٺ کان مسجد جي در جي پرسان بيهي رهيو. ڪن مسلمانن جي هن تي نظر پئجي وئي، انهن ان ڇوڪري کي ريهي ريبي مسجد ۾ وجهي ويهاريو. ان تي هندو دوڪاندارن احتجاجن پنهنجا دوڪان بند ڪري ڇڏيا ۽ مسلمانن کي سودي ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. مسلمانن ڇا ڪيو جو جتان هندو پاڻي ڀيندا هئا ان پاڻيءَ کي گندو ڪري ڇڏيو. ٻئي ڏينهن هڪ سيّد، هندو محلي ۾ بدشد ڳالهائيندو پئي ويو. پرسرام جي روڪڻ تي (سيٺ نائونمل جو پاءُ) "تون ڇا تون ڇا" تي پئي. اهو سيّدزادو ساري سنڌ ۾ فساد شروع ڪرائڻ

لاءِ هر ڪنهن کي قرآن شريف کڻي هڏائيندو رهيو ته جيئن ساري سنڌ ۾ هندن لاءِ نفرت پيدا ٿئي ۽ مٿن حملو ٿئي." (59)

ايڏي مذهب پرستي، جو هندو پنهنجو لباس به ڪونه پهري سگهيا ٿي. هو مسلمانن جو ويس ڪري واپار وڙو ڪندا هئا. مطلب ته هندن کي سماجي آزادي سان گڏوگڏ مذهبي آزادي به ڪونه هئي. جنهن جي ڪري سنڌ جا هندو مذهب وارا سجاڳ ذهن به ٽالپرن لاءِ چئلينج بنجي اڀريا. جن پنهنجون سڀ صلاحيتون انگريزن جي مدد ۽ پلاڻي لاءِ وقف ڪري ڇڏيون.

ميرن جي مذهبي ڪٽرپڻي جو ذڪر جيمس برنس پنهنجي ڪتاب ۾ به ڪيو آهي. ميرن جيمس برنس کي هڪ تلوار سوغات طور ڏني. جنهن تي هڪ ڪتبو لکيل هو. جنهن جو مطلب هو ته "مان ڪهني رڪ ۽ جوهر ۽ ايران جي پيدائش آهيان. مان ڏسڻ ۾ هلڪي، پر دشمن لاءِ ڳران آهيان. جيڪڏهن بهادر ماڻهو پوري طاقت سان مون کي ڪم آڻيندو ته منهنجي ڌار سان سوَ هزار هندو مرندا." (60)

جيمس برنس لکي ٿو ته "برهما جي حقير ۽ ڪمبخت پوڄارين کي مذهبي آزادي ڪانه آهي. دهل دف ڪو ورلي هڏبو آهي. دهل وڄائڻ جي اجازت ڏني ويندي آهي ته اهو هٽ سان ۽ نه ڏونڪي سان وڄايو ويندو آهي. حيدرآباد ۾ ٻن ڪان سواءِ ڪي مندر آهن پر انهن ۾ اندران سروڊ جو آواز ڪڏهن ڪونه ٻڌڻ ۾ ايندو آهي. جيڪڏهن ڪي به مومن شاهدي ڏين ته ڪنهن هندوءَ قرآن جي آيت يا محمد رسول تي ڪلمو پڙهيو آهي ته هن جو يڪدم طهر ڪيو ويندو آهي. هي تمام رواجي ڳالهه آهي، پر ان کي مظلوم طبقي جا هندو ماڻهو سڀ کان وڌيڪ جبر ۽ مصيبت ڪري سمجهندا آهن. ڪهڙو به خسيس بهانو مليو ته نه پر طهر ٿي ويندو. وڏي ڳالهه ته هميشه عذر اهو ڏنو ويندو آهي ته طهر مظلوم کي آخرت ۾ شفاعت پهچائڻ لاءِ ڪيو وڃي ٿو. اهڙي طرح هندن کي جسماني درد سان گڏ روحاني عذاب به ڏنو ويندو آهي." (61)

ميرن کان، "لَکُم دين کُم ولِيَدِين" واري آيت سڳوري به وسري وئي هئي. سائين جي- ايم- سيّد، سچ چيو آهي ته، "مذهب ۽ سياست کي عليحده ڪري هلائڻ گهرجي." ٽالپرن ۾ مذهبي جنون ايترو قدر هو جو جيڪڏهن ڪنهن

ڳوٺ يا شهر تي انگريزن خلاف ڪنهن ڪارروائي ڪرڻ جو پروگرام ڪندا هئا تہ، ان شهر جي مسلمانن کي اڳ ۾ ئي ڏسي ڇڏيندا هئا تہ، اڄ اسان شهر تي حملو ڪنداسين. تنهن ڪري جڏهن اسان ويجهو پهچون تہ توهان شهر مان نڪري وڃجو. اهڙن خيالن جو اظهار سيٺ نائونمل پنهنجي يادگيرين ۾ هن طرح ڪيو آهي تہ،

”ڪرمتي، جوکين، نومڙين، انهن ٽنهي قومن جي سردارن کي ميرن پاران حڪم ٿيو تہ ”توهان هيڏي اچڻ جي بدران اتي هڪ فوجي دستو ٺاهي، انگريزن جي ڪراچيءَ واري فوجي ڇانوڻيءَ تي حملو ڪيو. انگريزن سان گڏوگڏ انهن جي ڇاڙتن کي بہ ڪٽن جي موت ماري ڇڏيو.“ (62)

سو جڏهن انهن ٽنهي سردارن پنهنجي طاقت گڏ ڪئي ۽ ڪراچيءَ جي ڇانوڻيءَ تي حملي ڪرڻ کان اڳ ئي، ڪراچيءَ جي مسلمانن کي چيو تہ جڏهن اسان ڪراچيءَ جي آس پاس پهچون تہ توهان تڪڙا تڪڙا ڪراچيءَ مان نڪري وڃجو. اها خبر مسلمانن مان پڪڙجي هندن تائين وڃي پهتي. هندن تڪڙ ڪري اها خبر انگريزن تائين پهچائي. انگريزن کي جڏهن اها خبر پئي تہ، انهن سنڌين جي پهچڻ کان اڳ ئي ڪراچيءَ تي قبضو ڪري ڇڏيو. ساري شهر جي مسلمانن کي گرفتار ڪري انهن جي گهرن جي تلاشي ورتي، جنهن مان ڪيترائي هٿيار هٿ آيا ۽ مسلمان سنڌي جوڌا شهر ۾ اچي ئي ڪونہ سگهيا. جنهن جي ڪري اهو منصوبو ناڪام ويو. اهڙيون ڪيتريون ئي غلطيون هيون، جيڪي صرف مسلمانيءَ ڪري ڪيون ويون. پر جيڪڏهن انهن منصوبن ۾ اهي ماڻهو هجن ها، جيڪي اسلام جي ڪٽرپڻيءَ کان پري هئا، تہ يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ، مير ڪامياب وڃن ها. اهو بہ ٽالپرن جي شڪست جو هڪ سبب هو.!

جيمس برنس ميرن جي مذهبي ڪٽرپڻي تي پنهنجو فيصلو صادر ڪري ٿو تہ، ”انهيءَ تعصب جا اثر- جن جو مون مٿي ذڪر ڪيو آهي، اهڙا تہ نمايان آهن جو ڪوبہ ماڻهو هڪ هفتو بہ ملڪ ۾ رهندو تہ اهي سنڌس ڏيان تي ايندا. مون سان جيڪو هندو وڪيل ساڻ هو، تنهن سان منهنجا ساٿي ۽ سنڌس پوئلڳ هر نموني جون مسخريون ۽ ٺٺوليون ڪندا هئا. حيدرآباد جي قلعي جي ڪنگرن مٿان انگريزن جو جهنڊو لهرائيندو ڏسڻ جو جيترو انتظار

معزز هندن کي هو اوترو ہنئي ڪنهن کي ڪونہ هو." (63)

## ب- ميرن کي گهر مان لڳي:

اهڙيءَ طرح اسان سنڌواسين ۾ هڪ ہي بہ روايت هلندي پئي اچي، اها هيءَ تہ اسان هڪ ٻئي کي بنه ناهيون سهندا. جيڪڏهن هڪ کي ڪا عزت يا شهرت ڏسنداسين تہ، ان جي مخالفت ڪرڻ کي عين عبادت سمجهي، ان جي عزت ۽ شهرت کي ختم ڪرڻ جا جتن پيا ڪنداسين. پوءِ جيڪڏهن ان جي مخالفت جي ڪري ڪيترو بہ ڇيهو ڇونہ رسي! اهو نقصان قبول ڪبو پر ان جي شهرت ڏسي ڪين سگهنداسين.

مان توهان کي هڪ پيرو وري ميرن کان اڳ واري دور ڏي وٺي هلندس. ان دور ۾ بہ اسان سنڌواسين جا اهي ئي ڪرتوت ڏسڻ ۾ ايندا، تہ ڀاءُ ڀاءُ جو دشمن، پيءُ پٽ جو ويري، هڪ راڄ وارو ٻئي راڄ واري تي ڄڪون پيو ڪائيندو. مطلب تہ ڪوبہ ڪنهن مان خوش ڪونہ. هرڪو پيو هڪ ٻئي جون سڙيون ٻوٽيون ڪائيندو...!

سمن جي دور جهڙو دور سنڌ اڳ ڪڏهن نہ ڏٺو هو ۽ نہ اڄان ڏٺو اٿائين. امن، پيار، محبت، خلوص، ڪنهن جي بہ دل ۾ بغض ڪونہ، هر ڪنهن جي منهن تي مرڪ پئي ماٺا ڪندي هئي. ڄام ننڊي کان پوءِ خبر ناهي تہ الائي ڪير سنڌ ۾ سيڙه جو ڪنڊو اڇلي ويو، جو ان کان پوءِ سنڌ ۾ خرابيءَ جو دور شروع ٿيو. ڄام ننڊي جي هن فاني دنيا مان ڇڏي وڃڻ کان پوءِ ڄام صلاح الدين ۽ ڄام فيروز ۾ حڪومت جي ڪري اختلاف پيدا ٿيا. ڄام صلاح الدين ڏٺو تہ دريا خان جي موجودگيءَ ۾ جنگ ڪرڻ مان سواءِ شڪست جي ٻيو ڪجهہ بہ ڪونہ ورندو. تنهن ڪري هو سنڌ کي ڇڏي وڃي گجرات ۾ رهيو. سمن ڄامن وقت بوقت حملا ڪري هڪ ٻئي جي طاقت کي وڏو نقصان پهچايو ۽ گڏ ڪيل طاقت پنهنجو پاڻ تي استعمال ڪري پاڻ ڪمزور ٿي ڌارين کي ڪاهہ ڪرڻ جا موقعا پئي ڏنا. وڏا چوندا آهن تہ "ٻہ تہ ٻارنهن". سو اهو بهادر بہ جيڪڏهن دريا خان سان گڏ هجي ها تہ اڄان ڪي ٻيا رنگ هجن ها. اهو تہ هڪ مثال پيش ڪيل آهي پر اهڙا ڪيترائي مثال تاريخ جي ورقن تي موجود آهن. جن مان سنڌين جي

هڪ ٻئي سان اڻ- سهپ ۽ حسد جو ثبوت ملندو. اهڙي طرح ميرن جون دليون به هڪ ٻئي کان حسد، ڪيني ۽ ساڙ سان ڀريون پيون هيون. هو اڳين کان به ٻه رتيون وڌيڪ هڪ ٻئي جا دشمن هئا. جام صلاح الدين پنهنجي لالچ خاطر لشڪر ساڻ ڪري پهتو. هنن نه صرف ٽارين جي مدد ڪئي هئي پر هي ٽارين جا پيروڪار بنجي پنهنجي ئي گهر کي ڪاٺ هڻڻ ويٺا. محض خطابن ۽ لقبن واسطي، پنهنجي ڌرتيءَ ماءُ جو سودو ڪري، پنهنجون سڀ صلاحيتون ۽ وفاداريون، انگريزن کي وقف ڪري ڇڏيائون. سنڌيءَ ۾ چوندا آهن ته، "جهڙا ڪانءَ تهڙا ٻچا". سو مير نور محمد به پنهنجي پيءُ مير مراد علي جيان انگريزن جو پڇ لڙڪائو بنجي، پنهنجي سنڌڙيءَ ماءُ جي غيرتمند پٽن کي مارائڻ لاءِ انگريزن کي انهن جي ڪيل ڪارنامن ۽ سٽيل منصوبن کان آگاهه ڪندو رهيو. سيٺ نائونمل پنهنجي ڪتاب ۾ مير نور محمد جا پرڪار هن ريت پڌرا ڪيا آهن:

"جهرڪن ۾ فوج جي سمورن عملدارن جا خيما سڀ قطار ۾ لڳل هئا. منهنجو تنبو انهن جي سامهون وچ تي هو. هڪڙي ڏينهن صبح جو ڏهين وڳي مان پنهنجي تنبوءَ ۾ سؤ کن ماڻهن سان ويٺو هئس ته ٻه ماڻهو فقيراڻي ويس ۾ آيا ۽ سامهون بيهي صدا هنيائون، ته اسان حج تي ٿا وڃون خيرات کپي. مان هنن کي غور سان پئي ڏٺو ته هنن اشارو ڪيو. جنهن تي مان اٿي پنهنجي خانگي تنبوءَ ۾ وڃي کين گهرايو. هنن مون وٽ اچي هڪڙي لٺ جو هٿيو کولي، ان مان هڪ خط ڪڍي منهنجي حوالي ڪيو. اهو خط خود مير نور محمد جو لکيل هو. ان ۾ لکيل هو ته. "سيٺ نائونمل! هن وقت اسان جو دوست ۽ مربي ٿيءُ ۽ ڪرنل پاٽنگر کي ٻڌاءِ ته گدو بندر ۽ مير خان ٽنڊي ۾ انگريزن جا گدام ۽ سنڌونديءَ ۾ مال جون ٻيڙيون ميرپور جي مير شير محمد ۽ مير محمد ۽ مير صوبدار جي مدد سان ڦريون ۽ ساڙيون ويون آهن. منهنجو ان ۾ ڪوبه هٿ نه آهي، ۽ نه ڪي مون ان ۾ ڪو ڀرو ورتو آهي. جوابدار هو آهن. مان بيڏوهي آهيان. منهنجو ڪوبه قصور نه آهي." (64)

انهن سان ٻه خط به هئا. جيڪي پنهنجي يارن ڏانهن موڪليل هئا. انهن ۾ به ڪانئرن کي هدايت ڪئي وئي هئي ته، انگريزن جو ساٿ ڏين. انهن جي مال ۽ جان جي حفاظت ڪن. انهيءَ بزدليءَ ۽ راز ڏين جي ڪري ميرن کي

ستاويھ لک ڏنڊ ڏيڻو پيو. ايڏو نقصان تہ برداشت ڪيو ويو، پر پنھنجي دوستي وڌائڻ ۾ ڪَسر ڪانہ ڇڏيائون. مطلب تہ ھر حربو ھلائي انگريزن جي اڳيان پنئي ليلايائون. اھڙو ھڪ ھيو مير بہ جيڪو پڻ ھر وقت انگريز سامراج جي خيرخواھيءَ ۽ خوشامد ۾ مصروف رھندو ھو. ايتري قدر جو سنڌواسي جيڪڏھن ڪنھن انگريز عملدار جي خلاف ڪو منصوبو تيار ڪندا ھئا تہ، ھي انگريزن لاءِ پنھنجي جان ڏيڻ ۾ بہ دير ڪونہ ڪندو ھو. جيڪڏھن سورمن جو ڪو جٿو انگريزن تي راتاھو ھڻڻ لاءِ تياري ڪندو ھو تہ، انھن کي ھو سياڻپ ۽ چالاڪيءَ سان روڪڻ جي ڪوشش ڪندو ھو پر بدقسمتي سان اھو مير ھڪ ڏينھن انگريزن وٽ قيدي ٿي آيو. اتي پنھنجي دوستيءَ جا دم ھڻندي بيان ۾ انگريزن کي يقين ڏيارڻ ڪاڻ، پنھنجا پرڪار ھن ريت بيان ڪيائين،

”جڏھن بلوچن ٻڌو تہ سر چارلس نيپئر بنا سبب جي حيات خان کي قيد ڪيو آھي تہ، ھنن ميجر آئوٽرام ڪان ان جي بدلي وٺڻ جو فيصلو ڪيو. جنھن گھڙيءَ مون کي اھا خبر پئي تہ مون جھان خان ۽ حاجي غلام محمّد کي حڪمُ ڪيو تہ ٻارنھن چونڊ ھٿياربند ماڻھو ساڻ ڪري ميجر آئوٽرامُ کي سلامتيءَ سان سندس جاءِ تي پھچائي اچو، ۽ مجريل بلوچن جي ھر حملي ڪان سندس حفاظت ڪيو. اھڙي طرح ھن کي سلامتيءَ سان پنھنجي جاءِ تي پُھچايو ويو...!

ھيو تہ جڏھن بلوچن ريزيڊنسي تي حملي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو تہ مون ميجر کي بروقت اطلاع ڪيو ۽ مون کي يقين آھي تہ ھن چڱي مڙس جي سلامتيءَ سان نڪري وڃڻ جو پورو دارومدار منھنجي اھڙي ريت ورتل حفاظتي اپائن تي ھو. فقط اھو ھڪڙو مثال ئي انگريزن ڏانھن منھنجي نيڪ نيتي ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي آھي.

اڃان وڌيڪ لکي ٿو تہ،

”جڏھن بلوچن کي خبر پئي تہ ميجر سواءِ ڪنھن پرواھ جي حيدرآباد تي پيش قدمي ڪري رھيو آھي، تہ پنج ڇھ ھزار بلوچ مقابلي ڪرڻ لاءِ حيدرآباد روانا ٿيا.

مون ھن کي يقين ڏياريو تہ، ميجر جنرل پنھنجي حلف تي ڪڏھن

وارڪو نہ ڪندو." (65)

"اهڙي طرح مير علي مراد خان اول خيرپور رياست جي واليءَ ۽ مير صوبدار خان واليءِ حيدرآباد جي انگريز دوستي ۽ هنهي جي دستاربنديءَ جي هوس بہ سنڌ ۾ انگريزن جا قدم مضبوط ڪيا. خاص طرح ان وقت جڏهن شير سنڌ، مير شير محمد خان انگريزن جي خلاف هڪ وڏو لشڪر جمع ڪيو هو ۽ هو انگريزن کي سنڌ مان ٻاهر ڪڍڻ جي فڪر ۾ هو. عين انهيءَ وقت مير علي مراد خان واليءِ خيرپور، انگريزن جي رضامنديءَ لاءِ شير سنڌ جي ڏاڏي مير احمد خان لنگ کي ۽ انهيءَ لشڪر جي وڏن وڏن سردارن کي، وڏين وڏين نوڪرين جي لالچ ڏيئي شير سنڌ جي لشڪر کان ٽوڙيو ۽ انهن ۾ ڦوٽ وڌي. اهڙي طرح شير سنڌ کي انگريزن جي مقابلي ۾ ناڪام بنايو. مير علي مراد خان جو هي قدم ٽالپرن جي زوال جو سبب ان وقت بنيو، جنهن وقت شير سنڌ، مير شير محمد خان سنڌ جي ٽالپرن جي ويندڙ حڪومت کي سنڀالڻ تي چاهيو." (66)

نانگ جا ڪاڏل نوڙيءَ کان بہ ٻجندا آهن، پر ميرن نوڙي کان تہ ڇهيو ويتر نانگن تي بہ پئي پير ڏنا. اهو هو ميرن جو پنهنجي جنم ڀوميءَ سان پيار! اها هئي ميرن جي وطن دوستي. اهڙي طرح ميرن ملهائي پنهنجي ڌرتي ماءُ جي ٿڃ!!، اهو هئن پاڻ ۾ ايڪو، اتحاد ۽ هڏي، جو مير شير محمد جنهن موڙ تي انگريزن سان مهاڏو اٽڪايو، ان ئي راهہ تي سنڌن ميرن انگريز سامراج سان ساٿ پئي ڏنو ۽ سنڌن هٿ مضبوط پئي ڪيا. ساٿ بہ اهڙو جو پنهنجن کي ٻين هٿان ڪهائڻ ۾ بہ ڳڏ. سنڌ ماتا جي تہ لڄ ڪانہ آين، پر پنهنجن شيردل ارڏن جو بہ حياءُ ۽ پنهنجائپ جو شرم ڪونہ ڪيائون. بزدليءَ جا سڀ ليڪا لنگهي وڃي انگريزن جا همدرد ۽ هڏڏوڪي بنيا. جڏهن مير مراد علي جو مير رستم سان تڪرار تي پيو هو تہ، مير مراد علي انگريزن کان مدد گهري هئي. ان کان اهو وسري ويو هو تہ، هي گهرو جهيڙا آهن، نيٺ تہ ٺاهہ بہ ٿيندو. چورن کان مدد گهري مير مراد علي غداريءَ جو اهو ثبوت ڏنو جيڪو مير جعفر ۽ مير صادق ڏنو هو. ميرن جي حڪومت جي زوال جو وڏو سبب انهن جو پاڻ ۾ اختلاف هو، يعني ميرن کي گهر مان لڳي، جنهن جو فائدو انگريزن خوب ورتو.

## ث- فوجي سگهہ

اسان جڏهن ٽالپرن جي دور جي فوجي طاقت جو جائزو وٺنداسون تہ، اها ڳالهہ چوڏهين جي چنڊ جيان نظر ايندي تہ، ٽالپرن جي دور حڪومت ۾ بہ سنڌ فوجي لحاظ کان تمام ڪمزور هئي. ائين ڪٿي چئجي تہ برهمڻن جي فوجي قوت ۽ ٽالپرن جي فوجي قوت ۾ ڪو خاص فرق ڪونہ آيو هو.

ٽالپرن جي دور ۾ بہ اها ساڳي رسم رائج هئي تہ، جنگي حالتن ۾ مختلف سردار، پاڻ تي مقرر ٿيل لشڪر ڏيڻ لاءِ تيار هوندا هئا. انهن دستن جي مهنداري انهن سردارن جو ڪو بهادر، باڊيگارڊ ڪندو هو، يا وري سردارن جي اولاد مان هوندو هو. جيڪي وقت جي نزاڪت کي ڏسي، پنهنجي ٽولي کي اهڙو ئي حڪم ڪندا هئا.

اعجاز الحق القدوسي لکي ٿو تہ "ٽالپرن جي حڪومت، ڪنهن بہ قسم جي فوج ڪانہ رکندي هئي، رڳو ڪجهہ سپاهي حيدرآباد جي قلعي تي مقرر هئا، پر دربار ۾ حاضر سردار حڪم ملڻ تي ڪجهہ ڏينهن ۾ هزارين فوجي گڏ ڪري وٺندا هئا." (67)

هجڻ تہ ائين گهربو هو تہ، ٽالپرن جي دور تائين سنڌ ۾ خاص فوجي سکيا لاءِ ڪو ادارو قائم ڪيو وڃي ها. جنهن ۾ نوجوانن کي ڀرتي ڪري، انهن کي هٿيار هلائڻ سان گڏوگڏ، جنگي هنرن جي بہ سکيا ڏني وڃي ها. پر ميرن جو دور بہ بنسبت اڳين دورن جي، فوجي لحاظ کان ٻہ قدم پوئتي نظر اچي ٿو. ٽالپرن طرفان سنڌ کي چئن حصن ۾ ورهائڻ بہ، سنڌ کي گهڻو نقصان رسايو. جنهن مان وڏو نقصان اهو ٿيو جو، سنڌ جي گڏيل طاقت، جدا جدا حصن ۾ ورهائجي وئي، ۽ جيڪا رهي کهي بہ سنڌن سگهہ هئي، سا بہ هو هڪ ٻئي تي استعمال ڪرڻ لڳا.

ٽالپرن جو نظام حڪومت اهڙو هو جو هو سنڌين کي بہ پنهنجو ڪري نہ سگهيا. توڙي جو سنڌين منجهان سنڌن شاديون ٿيل هيون، پر پوءِ بہ سنڌين ۾ اهو احساس هو تہ، ٽالپر هڪ ڌاري قوم آهن. نتيجو اهو نڪتو جو سر چارلس نيپئر پنجن هزارن جو انگريزي لشڪر ساڻ ڪري، اک ڇنڀ ۾ سموريءَ سنڌ کي فتح ڪري ورتو. مولائي شيدائي لکي ٿو تہ "ماتڪاٽي ۽

سهراباڻي خودمختار ۽ علحده هئا. تاهم وقت سر پنجاه هزارن جو بي قاعده لشڪر تيار ٿي سگهندو هو. مسٽر 'هنٽڪي سمٿ' ميرن جي ڪڏيل فوجن جو اندازي موجب تعداد 36 هزار ڏيکاريو آهي، صلح جي زماني ۾ مسلح محافظ (باڊيگارڊ) سپاهين جو تعداد پنج هزار ڏيکاريو اٿائين. مٿين فوجي قوت پاڙيسري حڪومتن، قلات، بهاولپور، ملتان، ديره جات، جوڌپور، ڪڇ ۽ جيسلمير کان گهڻو بهتر هئي." (68)

1783ع تائين ٻاهرين دنيا فوج ۽ بارودي هٿيارن ۾ گهڻو اڳتي نڪري چڪي هئي، پر سنڌ ۾ اهڙو ڪوبه ڪارخانو نه ٿو ملي، جنهن ۾ بارودي هٿيار ٺاهيا ويندا هجن. نه ئي وري سنڌ حڪومت ان طرف ڪو خاص ڌيان ڏنو. سنڌ پيداوار جي لحاظ کان گهڻو خوشحال ۽ مالامال هئي، جيڪڏهن سنڌ حڪومت چاهي ها ته، ناڻي جي وسيلي ٻاهران گهڻي انداز ۾ هٿيار خريد ڪري پئي سگهي.

سنڌ تي بارودي هٿيار سان حملو، ترخانن جي شروعات ۾ 'پيڊرو بارليٽورولن' جي اڳواڻيءَ ۾ پورچوگيزن ڪيو هو. پورچوگيزن جي لشڪر جو ڪل تعداد سَتَ سوَ هو، پر انهن کي بارودي هٿيار ساڻ هئا، جن ۾ توب نمايان هٿيار هو. تنهن ڪري انهن ست سوَ جڻن ٺٽي شهر جي ڦرلٽ ڪرڻ کان سواءِ، ويهه هزار سنڌين کي شهيد ڪيو، ۽ پنهنجي وڃڻ ۾ به ڪامياب ٿي ويا.

ترخانن کان پوءِ سنڌ تي ڪافي عرصو مغلن حڪومت ڪئي، جنهن کان پوءِ ڪلهوڙا خاندان حڪومت ڪئي. جن کان پوءِ ميرن اچي وارو ورايو. ان ايڏي ساري عرصي گذرڻ کان پوءِ به اسان کي سنڌ حڪومت وٽ هٿيار نه هجڻ جي برابر ملن ٿا. مولائي شيدائي لکي ٿو ته، "ٽالپري لشڪر ڪي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي پلٽن وانگر ڪا خاص پوشاڪ يعني وردي ڪانه پيل هئي. بلوچن وٽ ٻرمار بندوقون هيون. جن جون ناليون ڊگهيون هيون ۽ پري تائين مار ڪري سگهنديون هيون، ليڪن سندن ڀرڻ ۾ وقت لڳندو هو. ٻر مار بندوقن کان سواءِ، ترارون، ڍالون ۽ زرهون ان زماني جا مکيه هٿيار هئا. اهوئي سبب هو جو سر چارلس نيپئر کي پنهنجن بهتر هٿيارن ڪري دماغ ۾ غرور سمايل هو. ۽ انهن جي زور تي هو پنجن هزارن سپاهين سان مياڻي ۽

ڏهي جي هن جنگين ۾ ٽالپرن جي اڌ لک فوج کي شڪست ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيو. مٿين ٻن خونريز معرڪن ۾ ڏهه هزار سنڌي لشڪر مارجي ويو." (69)

ٽالپرن وٽ توبخانو هو. اهي توبون ميان نور محمد ۽ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي، پورچوگيزن، ڊچن ۽ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ کان خريد ڪيون هيون. فرنگين وٽ ولايت کان جڏهن نوان هٿيار پهچندا هئا، تہ پراڻا ديسي نوابن ۽ راجائن کي نقد قيمت تي وڪڻندا هئا، ڪي پراڻيون توبون انگريزن، ٽالپرن کي سوکڙيءَ طور ڏنيون هيون.

وري بدنصيبي اها جو جيڪو بہ ٽالپرن وٽ بارود موجود هو، ان کي پنهنجن ئي بلوچن جي غداريءَ سبب ميدان جنگ ۾ پاڻ ڏني وئي، جنهن ۾ ميرن وٽ موجود اسلحو بہ ختم ٿي ويو. حب الوطنيءَ سبب سنڌين جو لشڪر وڙهندو رهيو، پر هٿيارن جي نہ هجڻ ڪري شڪست ٽالپرن جو مقدر بڻجي وئي.

ٽالپرن جي غيرفوجي حڪمت عملي ۽ هٿيارن جي کوٽ بہ ٽالپرن جي شڪست کائڻ جي ٻين سبب مان مکيہ سبب آهي.

## ج- ڪجهہ ٻيا ڪارڻ:

**الف:** ميرن جي زوال ۾ سيٺ نائونمل جو بہ وڏو هٿ هو. جنهن پنهنجا پرڪار پنهنجي يادگيرين ۾ پاڻ ظاهر ڪيا آهن. ان هوندي بہ هت ڪجهہ بيان ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان.

جڏهن بہ انگريزن تي ڏکيو وقت ايندو هو تہ سيٺ نائونمل انهن جي هر طرح جي مدد ڪرڻ لاءِ تيار هوندو هو. پنهنجي هڙئون توڙي وڙئون خرچ ڪري بہ ان مصيبت کي ختم ڪرڻ جا جتن ڪندو هو. جنهن وقت جوکين، ڪرمتين ۽ نومڙين انگريزن تي راتاهو ڏنيئي، انهن جو قريل سامان ساڻ ڪري جبلن ۾ وڃي پناهہ ورتي تہ. انهن جي ڳولا ڪرڻ ۾ انگريز سپاهين سان سيٺ نائونمل ۽ سندس پاءُ گڏ هئا. جن جبلن جا لڪ ، پيچرا ۽ واٽون ٻڌائيندي جوکين، ڪرمتين ۽ نومڙين جي گرفتاريءَ ۾ وڏي مدد ڪئي. جنهن جي نتيجي ۾ انهن قبيلن وارن معافي گهري انگريزن جي فرمانبرداري قبول ڪئي.

اهڙي طرح 1838ع ۾ انگريزن کي شڪارپور وڃڻ لاءِ اٺن جي ضرورت

پئي جن جو تعداد ٻه هزار هو ۽ رستي ۾ کاڌي خوراڪ لاءِ اُن جي بہ گهرج پئي، جنهن جي پهچائڻ ۾ بہ سيٺ نائونمل ئي مدد ڪئي. مطلب تہ سيٺ نائونمل پنهنجو سارو وقت انگريزن جي چمچاگيريءَ ۾ گذاريندو هو...!

**ب:** وري ميرن جو حال هن ريت هو جو جيڪا بہ زرخيز زمين هئي، ان تي پنهنجي تفريح لاءِ باغ رکائي، ان زمين کي هيرا ۽ جواهر اُپائڻ کان محروم ڪيو. ان کان بہ وڏيڪ وري پنهنجي شڪار جي شوق کي پورو ڪرڻ لاءِ آباد زمينون ٻيلن ۾ تبديل ڪري ڇڏيائون...

جيمس برنس لکي ٿو تہ "ميرن کي شڪار جو ڪيترو شوق آهي، سو هن نقل مان ظاهر ٿيندو. مير فتح عليءَ پاڻ کي سالانا ٻن- ٽن لکن رپين جي ڀل جو نقصان پهچائي، حيدرآباد جي پرسان هڪڙو تمام زرخيز علائقو ويران ڪري ڇڏيو آهي. چاڪاڻ تہ ان ۾ 'ڪوٽا پچا' نالي هڪ قسم جو هرڻ رهي ٿو، جنهن جي شڪار جو کيس شوق آهي. ٿورو وقت ٿيو تہ هن جي ڀاءُ مراد علي هِڪڙي قديم ڳوٺ جي ماڻهن کي ڪڍي، ڳوٺ ٻهرائي ڇڏيو. چاڪاڻ تہ ڪڪڙن جي ٻانگن ۽ مال جي چرڻ ڪري، سندس ڀاءُ جي جاگير ۾، جا ان ڳوٺ جي لڳ هئي شڪار ٿهي ويندو هو." (70)

عوام جي امنگن ۽ آسن کان بي خبر، سارو ڏينهن شڪار جي شوق ۾ پورا هئا. سندن دربار ۾ شڪارين جي وڏي عزت هوندي هئي. سنڌ جي مشهور محقق مرحوم حسام الدين راشديءَ ميرن جي شڪار جي شوق متعلق پنهنجي راءِ جو اظهار هن ريت ڪيو آهي تہ، "خيرپور جو باني مير علي مراد خان وڏو شڪاري هو. هو رهندو ئي گهٽو ڪري جهنگ ۾ شڪار سانگي هو. سندس موت بہ شڪار جي منزل تي پٽن جي پڪ ۾ ٿيو." ان کان سواءِ رياست جو هر هڪ والي شڪار جو شوقين رهيو. جن ۾ ڪوٽ مير محمد خان جا ٽالپر، سرڪار مير محمد خان، حضور مير سائين مير رضا محمد خان، مير راز محمد خان، ڪونڊجيءَ وارن مان مير سائين مير علي نواز خان ٽالپر جنهن جي شڪار جو چڙو مهتم حسو خان جمعدار ئي چئي بس ڪجي...!

مير علي مراد خان جي زماني کان ماڻهن تي قانوني طرح بيگر رکيل هئي. ڪهڙو بہ سرڪاري ڪم هُجي، خيرپور جي رعيت تي فرض هو تہ هو

گهران اٺو ڪٺي هلن ۽ اهو ڪم پورو ڪن. بيگر جو سڏ اچي ته، ڪنهن جي ماءُ وياڻي آهي جو گسائي! جي گسائي ته ڏيجيءَ جي ڪوٽ تي چڙهي، جتان جيئرو نڪري ٿي ڪونه." (71)

اعجاز الحق قدوسي لکي ٿو ته "مير ٽوڙي جو بامروت ۽ غريب پرور هئا، ليڪن انهن جي نظامِ حڪومت ۾ بعضي اهڙا به ظالم ۽ مردم آزار ۽ رشوت خور به هئا، جن ڪان عوام ناخوش هو." (72)

انگريزن جنهن چالبازيءَ ۽ ٺڳيءَ سان سنڌ ۾ پيرن جمائڻ جي ڪوشش ڪئي، انهيءَ ڪوشش کي ميرن ۽ انهن جي سردارن فقط شڪي نگاهه سان پئي ڏٺو، ليڪن انهن جي گندن ارادن کي خاڪ ۾ ملائڻ جي ڪا به ڪوشش ڪانه ڪئي. جڏهن ته هندستان ۾ ٽيپو سلطان انگريزن سان آزاديءَ جي جنگ وڙهندي مري چڪو هو، مگر ميرن انهيءَ جنگ جي عظيم معرڪي تي ڪڏهن به نه سوچيو هو فقط ڪڏٺن ۾ شڪار ڪندا رهيا. جيمس برنس لکي ٿو ته "انگريزن جي فوج 1819ع ۾ ڪڇ کي آخري طرح والاريو. تنهن وقت کان وٺي اسان جي حڪومت جو سنڌ سان واسطو رهيو آهي ۽ اسان جي طرفان ميرن سان دوستانا تعلقات قائم ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون ويون آهن. پر هنن (ميرن) شڪ ۽ سرڪش سردارن، اسان جي سلطنت جي انهيءَ قدم کي هميشه شڪي ۽ انديشي سان پئي ڏٺو آهي، تنهن ڪري هنن جو ورتاءُ اسان سان هميشه غيردوستاڻو ۽ ناموافق پئي رهيو آهي." (73)

ميرن وٽ فقط شڪار جو شوق ۽ هندن کي زوريءَ مسلمان ڪرڻ جو جذبو هو. هنن اوڙي پاڙي جي حالتن کي بنهه وساري ڇڏيو هو. انهن جي مقابلي ۾ انگريزن هڪ منظم طريقي سان سنڌ کي فتح ڪرڻ جو منصوبو رٿيو هو. هنن ڪيترائي جاسوس سنڌ ۾ ڇڏي ڏنا، جن مان ليفٽيننٽ هينري پاٽنگر، ايسٽ وڪ ۽ جيمس برنس اهم هئا. انهن جاسوسن، نقشن ۽ چارٽن جي مدد سان پوريءَ سنڌ جي سروي ڪري پوءِ سنڌ تي حملو ڪيو. اهي سڀ جاسوس ميرن جي دربار جو ضروري جائزو وٺندا رهيا.

جيمس برنس جڏهن پاڻ ميرن جي دربار ۾ مير علي مراد جي علاج ڪرڻ لاءِ اچي ٿو ته، هو ميرن جي هڪ وفادار ۽ نهايت هوشيار وطن پرست

هندو گوپال داس کي نظرن ۾ رکي ٿو. جيمس برنس، گوپال داس کي ٺڳ، چالباز ۽ ڪوڙو سڏي ٿو. انهن انگريزن ظاهري طرح ميرن سان دوستاڻا ناتا رکڻ تي گهريا، ليڪن درپرده سنڌ جي چپي چپي جي جاسوسي ڪري سنڌ تي حملي ڪرڻ جي تيارين ۾ هئا.

جيمس برنس لکي ٿو ته،

”ڪوٽڙيءَ کان رڙيءَ تائين وارو رستو فوجي ڪارگذاريءَ لاءِ ڪارگر نه هو، مون کي شڪ آهي ته برسات جي موسم ۾ ڪو اهڙو رستو ڪم آڻي سگهجي ٿو. خشڪ موسم ۾ هن رستي سان توبخانو سنڌ ۾ آڻي ته سگهجي ٿو، پر سڄن سارن 49 ميلن ۾ نه ڪاٺي وغيره جو اسباب ۽ نه مٺو پاڻي ملي سگهندو. تنهن ڪري ڪنهن به ڌارئي لشڪر لاءِ ان رستي کان اوچتو حملو ڪرڻ محال آهي.“ (74)

حالانڪ جيمس برنس ميرن جو مهمان هو، چئبو ته هو هڪ زهريلي نانگ جي خدمت ڪري رهيا هئا.

اهي هئا اسان جي ميرن جا حال! هوڏانهن انگريز سامراج سنڌ ڌرتيءَ تي قابض ٿيندو پئي ويو. هي صاحب پنهنجي شوقن ۾ پورا هئا. ان کان سواءِ ميرن وٽ مسلح فوج جو بندوبست به ڪونه هو. جڏهن ته انگريزن جا ماڻهو مڪمل فوجي ٽريننگ ورتل ۽ هٿيارن سان ليس هئا...!

**ج-** پير علي محمّد شاه راشديءَ ٽالپرن جي شڪست جا ٽي سبب ڄاڻايا آهن:

(1) مير نيڪ هئا. انگريز فلاسفر جارج برنارڊشا جو قول آهي ته ’نيڪ هجڻ جوکائتو ڪم آهي.‘

(2) ٻيو سبب هي به ٿي سگهي ٿو ته ميرن جي دفاع جو مدار محض پنهنجن بلوچن (ٽالپرن، مرين، لغارين، شيدين ۽ نظاماڻين) تي رکيو.

باقي سنڌ جي عوام کي هر هلائڻ ۽ پوکن ڪرڻ تي ڇڏي ڏنائون. وقت آئي نتيجو اهو نڪتو، جو سنڌن جنگ ٻروچن جي ٻنجي ويئي، سنڌي عوام جي جنگ ٻنجي نه سگهي، ۽ نيپئر ٿورڙن سپاهين سان مياڻي- دٻو کٽي سنڌ تي قبضو ڪري ورتو.

جيڪڏهن جنگ ۾ سنڌي عوام جي دلي شرڪت هجي ها، ۽ مير صاحب پنهنجي حڪومت جا ستر سال سنڌي عوام ۾ حب الوطنيءَ جي جذبي جاڳائڻ ۽ منجهن دفاع لاءِ جنگي صلاحيتن پيدا ڪرڻ تي صرف ڪندا رهن ها ته، نيپئر چند سؤ سپاهي ساڻ ڪري بکر مان هلي، رستي جا جهنگ جهر جهاڳي خير سان مياڻي تائين پهچي ئي ڪونه سگهي ها.

جنگ ڪرڻ پوءِ جي ڳالهه هئي. سنڌ جا جوان رستي مان ئي کين ايئن ڪٽي وجن ها "جيئن ڪنگ ڪُرڙي ڪٽي وجي." ڪيڏانهن مَنُ پر پرديسي لشڪر، ڪيڏانهن سکر کان وٺي حيدرآباد تائين وچ جو لکين عوام- ڳالهه جو ڳاهو ٿيو ته سنڌ جو عوام ميرن جو مطيع ضرور هو پر مددگار نه هو.

(3) ٽيون سبب ميرن جي راڄ جي خاتمي جو هيءُ ٿيو ته سندن پرڏيهي پاليسي ناقص هئي. اڻويهين صدي اچي ويل هئي. اسٽيم انجڻ جي ابتدا ٿي چڪي هئي. مغربي راڪاس مشرق طرف وڌڻ لڳا، پاسي پلوَ جي رياستن جون حڪومتون پوڙهائپ جي آخري منزل ۾ هيون. نيڪيءَ بديءَ جا معيار بدلجي ويا هئا. بين الاقوامي انساني اخلاق جا بنياد پٽجي چڪا هئا، پر مهاڙين ۾ ويٺي انهن رڃ چڱن مڙسن کي بنهه اها ڪل ئي ڪانه رهي ته دنيا انقلاب جي چڪر ۾ اچي چڪي آهي، جن ڌرين سان پلاند اٽڪيو اٿن ۽ جن سان عهدناما ڪيا اٿن، سي دغاباز آهن. جيڪي بندوقون جانورن تي ڇوڙيندا رهيا، سي اڄ انهن ڏانهن وڌيون آهن، اها هئي ميرن جي خارجه پاليسي ۽ بين الاقوامي حالت ۾ سندن بيدار مغزيءَ جي ڪيفيت." (75)

ميرن جي شڪست کائڻ جا ايترا سبب هئا...! جيڪڏهن مير صاحب حب الوطنيءَ جي جذبي سان سرشار هجن ها ۽ پنهنجا گهرو جهيڙا جهڳڙا ڇڏي ڪري، ايڪي ۽ اتحاد ۾ هجن ها. ڌرين جي چالاڪين واري وچايل جار کان پاڻ کي پاسي رکن ها ۽ پنهنجا سڀ جو سڀ بيڪار شوق ڦٽا ڪري سارا مير، مير شير محمّد جيان وطن خاطر سر سان ڪفن پهري ميدان ۾ نڪري نروار ٿين ها. هوشوءَ وانگر "مرويسون مرويسون سنڌ نه ڏيسون." جي نعري تي عمل ڪندي ميدان جنگ ۾ ڪڏي پون ها ته، هوند ان وقت سنڌ ماتا جو اهو حشر ڪونه ٿئي ها! انگريز ته ٺهيو ساري دنيا هڪ پاسي ۽ سنڌ

جا سورما، ھٿي پاسي ھجن ھا، تہ بہ فتح جا جشن اسان جي نصيب ۾ ھجن ھا.

تاريخ ھڪ اھڙو آئينو آھي، جنھن ۾ ماضيءَ جي تصوير کي چٽو ڏسي سگھجي ٿو. اسان کي بہ تاريخ مان سبق حاصل ڪرڻ گھرجي. جيڪڏھن مير وانگر اسان بہ پنھنجي وقت جي سازشن ۽ حرام پاين کي نہ سمجھيو تہ، مير وانگر شڪست جي اوڙاھ ۾ ڪري تباھ ۽ برباد ٿي وينداسون ۽ ايندڙ نسل لاءِ بدناميءَ جو داغ بڻجي تاريخ جي دامن ۾ لڪي وينداسون.

انھيءَ ڪري اسان کي بہ اھي اوڻايون ۽ ڪوتاھيون نہ ورجائڻ گھرجن، جن مير کي شڪست سان ھمڪنار ڪيو. اسان کي گھرجي تہ پنھنجي تاريخ پڙھي انھيءَ جي روشنيءَ ۾ پنھنجي نئين راھ ڳولھي، انھيءَ تي اتحاد ۽ ھڏيءَ، ھمٿ ۽ حوصلي ۽ سچي جذبي سان، ھن وقت سنڌ امڙ سان ٿيندڙ سازشن جو ڪنڌ مروڙي فتح ۽ ڪامرانيءَ سان پنھنجي منزل تي رسون.

مَنجھان پيئي مڪڙيءَ، ڪا جا پاڻيءَ بوند،
سي ٿي ڏٺم روند، وڪر جن وڃائيو.
(شاھ رحہ)

ضميمو I

# علافين جو سنڌ ۾ اچڻ

علافي قبيلو، عرب قوم ۾ باغي ۽ سرڪش ڪري ليکيو ويندو هو، جڏهن حجاج بن يوسف کي مشرقي ملڪن جو اعليٰ حاڪم مقرر ڪيو ويو ته، حجاج بن يوسف، مڪران جو گورنر سعيد بن اسلم کي مقرر ڪيو. سعيد جڏهن مڪران پهتو ته، صفهوي بن لام الحمامي ازد کي حڪومتي انتظام جي سنڀالڻ ۾ مدد ڪرڻ لاءِ چيو، پر صفهويءَ کي سعيد جي ماتحت رهڻ پسند نه هو، تنهن ڪري مدد ڪرڻ کان نابري واري ويٺو. سعيد، خليفي جي پاران حڪم ڏنس، پر صفهويءَ ڪلم ڪلا جواب ڏنس ته "مان تنهنجي حڪم مڃڻ ۾ پنهنجي شان جي گهٽتائي ٿو سمجهان" جنهن سبب سعيد، صفهويءَ کي قتل ڪري ڇڏيو.

صفهويءَ جي قتل جو جڏهن علافين ٻڌو ته، اهي سعيد جا دشمن بڻجي پيا، ۽ هڪ ڏينهن اوچتو حملو ڪري، سعيد کي راهه ويندي قتل ڪري ڇڏيائون، ۽ مڪران تي پاڻ قبضو ڄمائي ويهي رهيا. پر جلد خليفي حجاج بن يوسف پاران مجاعہ بن تميميءَ کي مڪران جو گورنر مقرر ڪري موڪليو ۽ علافي اتان ڀڄي سنڌ ۾ اچي پناهگير ٿيا. ان وقت سنڌ جو تخت ڌڻي راجا ڏاهر هو، جنهن انهن بي وطنن کي پاڻ وٽ پناهه ڏني ۽ انهن جي رهائش جو بندوبست ڪيو.

علافين جو سردار، محمد بن حارث علافي هو، پنج سؤ جنگي جوان ساڻ هيس. تاريخون لکن ٿيون ته، جڏهن رمل جي بادشاهه، راجا ڏاهر سان جنگ ڪرڻ واسطي، سندس علائقن سان هٿ چراند ڪرڻ شروع ڪئي، ۽ ڪجهه علائقن تي قبضو پڻ ڪيو هو، ته ان سان جنگ ڪرڻ لاءِ، محمد بن حارث علافيءَ، راجا ڏاهر جي چوڻ تي، پنهنجي عرب لشڪر کان سواءِ چونڊ سنڌي

جوڙا ساڻ ڪري، رات جي اونداهيءَ ۾ ان وقت رمل جي بادشاهه جي لشڪر تي حملو ڪيو. جڏهن هو منڙي ننڊ جي آغوش ۾ ستل هئا، ان اوچتي حملي سبب، رمل جي بادشاهه کي شڪست ملي. جڏهن اها خبر راجا ڏاهر کي پئي ته ڏاڍو خوش ٿيو ۽ دشمن جي دفع ڪرڻ جي عيوض راجا ڏاهر چانديءَ جي سڪي جي هڪ پاسي پنهنجو نالو ۽ ٻئي پاسي محمد علافيءَ جو نالو لڪرايو جنهنجي محمد بن حارث پاڻ گهر ڪئي هئي.

پر پڇاڙيءَ ڪيڏو نه سچ چيو آهي ته "ڏريان ئي ڌاريا، مِٽ مٽيءَ جا نه ٿيا" جيان جڏهن سنڌ ملڪ تي عرب لشڪر ڪاهي آيو ته، راجا ڏاهر، رمل جي بادشاهه سان جنگ ڪرڻ جيان وري به محمد بن حارث کي گهرائي جنگ بابت مشورو گهريو ته، محمد علافي بيجا دليل ڏيئي نٽائڻ لڳو. راجا ڏاهر کي چيائين ته،

"جيڪڏهن مسلمانن جي هٿان مرندس ته مردار ٿيندس ۽ جيڪڏهن مسلمانن کي ماريندس ته قيامت ڪاري ٿيندي، تنهن ڪري چڱو آهي ته مونکي موڪل ڏيو ته هتان هليو وڃان."

ضميمو II

# مرزا شاھ حسن جو ڇام فيروز ڏانھن لکيل خط

”اھا ڪھڙي انسانيت ۽ شرافت آھي، ۽ اھا روش ڪيئن اتحاد، آشنائي ۽ اطاعت تصور ڪئي ويندي، جو جيستائين، منھنجو پيءُ جيئرو ھو، اوھان سان سڀ چڱايون ڪندو آيو، پر جڏھن سندس پساھ پورا ٿي چڪا تہ، اھي دوست جيڪي ھن دربار سان دلي لاڳاپو رکندا ٿي آيا، تن جا پرڪار پڌرا ٿي پيا، جنھن ڪان دل کي وڏو صدمو رسيو آھي، عجب تہ انھن جي حال تي اچي ٿو، جيڪي ھن خاندان جا خيرخواھ ھئا، ۽ ڏک انھن جو ٿو ٿئي، جيڪي نھايت چڱا ماڻھو ھئا، اھي سيئي ھاڻ ھن حادثي کي غنيمت سمجھي، ان ملڪ کي جيڪو اسان رت وھائيندڙ ترارين جي زور تي ھٿ ڪيو، پنھنجي ملڪيت ڄاڻي اسان کي نظرانداز ڪري رھيا آھن. خير ڪا وڏي ڳالھ ڪانھي! اڳ بہ اوھان ڪان ڪيئي بچڙايون ۽ نادانيون ٿي چڪيون آھن، پوءِ سياڻي يا پرينھن، ضرور اسان جو وارو اچڻو آھي، جيُڪڏھن توھان پانيو ٿا تہ منھنجو پيءُ پنھنجي ڪئي لاءِ پاڻ ذميوار ھو، تہ اھا اوھان جي ڀل آھي، اسان فيصلو ڪري چڪا آھيون تہ خام خيال ماڻھن کي اھا سيکت ڏني ويندي جو دنيا ان مان عبرت حاصل ڪندي، سو اوھان کي چتاءُ ٿو ڏجي تہ اڄ نہ سڀان اسان جا جوان، ڪنڪن جي صورت ۾ مينھن واءُ ھڪ ڪري، اوھان جھڙن ڪکن ڪانن جي حيثيت رکندڙن تي اچي ڪڙڪو ڪندا.“

(تاريخ طاھري، ص: 69-68)

# حوالا ۽ حاشيہ

**برهمڻن جي هار**

(1) جي- ايمر- سيد 'سنڌوءَ جي ساڃاھ' جلد پهريون، ص: 53، سورٺ پبليڪيشن بمبئي 1987ع.

(2) علي بن حامد ڪوفي 'چچ نامہ' مترجمر: مخدومر امير احمد، ص: 41، ڇاپو پهريون، سنڌي ادبي بورڊ 1954ع.

(3) سيد سليمان ندوي 'عرب و هند تعلقات' (اردو) ص: 43، اردو اڪيڊمي سنڌ، سال 1987ع.

(4) نور محمد نظاماڻي 'سنڌ جي تاريخ' ڀاڱو پهريون، ص: 86، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سال 1988ع.

(5) مولائي شيدائي 'جنت السنڌ' ص: 104، ڇاپو ٻيو، سنڌي ادبي بورڊ جامر شورو 1985ع.

(6) ساڳيو حوالو ص: 99.

(7) 'چچ نامہ'، ص: 14 (حوالو مٿي ڏنل).

(8) مير علي شير قانع 'تحفه الڪرامر'، مترجمر: مخدومر امير احمد، ص: 32، ڇاپو پهريون، سنڌي ادبي بورڊ، سال 1957ع.

(9) 'چچ نامہ'، ص: 177-178.

(10) ساڳيو حوالو ص: 197.

(11) 'تحفه الڪرامر'، ص: 44 (حوالو مٿي ڏنل).

(12) مولائي شيدائيءَ 'تاريخ تمدن سنڌ' ص: 179، سنڌ يونيورسٽي پريس حيدرآباد، سال 1959ع.

(13) ايچ- ٽي- لئمبرڪ 'سنڌ مسلمانن جي فتح کان اڳ' مترجمر: سومار علي سومرو ص: 297، سنڌي ادبي بورڊ جامر شورو 1984ع.

(14) 'تحفه الڪرامر'، ص: 35.

(15) 'چچ نامہ'، ص: 174.

(16) ساڳيو حوالو، ص: 176.
(17) ساڳيو حوالو، ص: 176.
(18) ساڳيو حوالو، ص: 147.
(19) ساڳيو حوالو، ص: 191.
(20) تحفه الڪرام، ص: 38.
(21) 'چچ نامہ'، ص: 294.

**سمن جي شڪست جا سبب**

(22) 'مڪلي نامہ' مرتب: سيد حسام الدين راشدي، ص: 104-105، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو 1967ع.
(23) 'مڪلي نامہ'، ص: 90.
(24) دادا سنڌي 'ڏيئي ڏني ڏڏن'، ص: 77، لطيف ادبي اڪيڊمي، سال 1983ع.
(25) اعجازالحق قدوسي 'تاريخ سنڌ' حصو ٻيو، (اردو) ص: 25، مرڪزي اردو بورڊ لاهور 1985ع.
(26) مير معصوم بکري 'تاريخ معصومي' مترجم: مخدوم امير احمد، ص:79، ڇاپو ٽيون، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو سال 1985ع.
(27) سيد طاهر محمد نسياني 'تاريخ طاهري' مترجم: نياز همايوني، ص: 68، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو 1988ع.
(28) 'تاريخ سنڌ'، حصو ٻيو، (اردو) ص: 32-33، (حوالو مٿي ڏنل).
(29) تاريخ معصومي، ص: 159 (حوالو مٿي ڏنل).
(30) غلام محمد لاکو، 'سمن جي سلطنت' ص: 51، ڇاپو پهريون، پاڪستان اسٽڊي سينٽر ڄام شورو، سال 1987ع.
(31) ادراڪي بيگلاري 'بيگلار نامو' مترجم: محمد صديق ميمڻ، ص: 79 ڇاپو ٻيو، سنڌالاجي 1983ع.
(32) عبدالغني عبدالله 'تاريخ سنڌ' جلد ٽيون، ص: 147، ڇاپو ٻيو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سال 1984ع.
(33) آزاد گل، مرتب: 'هي جي سوڍا سنڌ جا'، ص: 12.

(34) سيد حسام الدين راشدي ”مير محمد معصوم بکري“ ص: 178، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1979ع.
(35) ’مطالعو سنڌ جو‘، مترجم: غلام محمد لاکو، ص: 26، سنڌ تحقيقي بورڊ حيدرآباد، سال 1992ع.
(36) ’تاريخ طاهري‘، ص: 67، حوالو مٿي ڏنل.
(37) ساڳيو حوالو ص: 50.
(38) ’تاريخ معصومي‘، ص: 163.
(39) ’تاريخ سنڌ‘، حصو ٻيو، اردو (حوالو مٿي ڏنل) ص: 31.
(40) ساڳيو حوالو، ص: 51.
(41) محمد ابراهيم جويو ’شاهه سچل سامي‘، ص: 41، ڇاپو پنجون، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، سال 1990ع.
(42) مولانا دين محمد وفائي ’تذڪره مشاهير سنڌ‘ جلد ٽيون، ص: 249، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1974ع.
(43) ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي ’ضلع نواب شاهه: تاريخي شهر ۽ شخصيتون‘، ص: 126، ڇاپو پهريون، سال 1987ع.
(44) غلام محمد لاکو ’سمن جي سلطنت‘ ص: 67 (حوالو مٿي ڏنل).

**ميان نور محمد ڪلهوڙي جي پاليسين تي تنقيدي نگاهه**

(45) غلام الرسول مهر ’تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور‘ حصو پهريون، مترجم: يارمحمد ابن حيات پهنور ۽ شمشيرالحيدري، ص: 237، ڇاپو پهريون، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو حيدرآباد 1963ع.
(46) ساڳيو حوالو ص: 30-329.
(47) ساڳيو حوالو ص: 302.
(48) ساڳيو حوالو ص: 320.
(49) ساڳيو حوالو ص: 402.
(50) ساڳيو حوالو ص: 404.
(51) ساڳيو حوالو ص: 303.
(52) ساڳيو حوالو ص: 385.

(53) ساڳيو حوالو، ص: 403.

**ٽالپرن شڪست ڇو کاڌي؟**

(54) ايڇ- ٽي- لئمبرڪ 'سنڌ مسلمانن جي فتح کان اڳ'، مترجم: سومار علي سومرو، ص: 144، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو 1984ع.

(55) مترجم: حبيب الله صديقي 'سنڌ جي آخري تاجدار مير محمد نصير خان ٽالپر جو انگريزي قيد ۾ ڏنل بيان'، ٽماهي 'مهراڻ' نمبر 3، سال 1988ع.

(56) اي- بي- ايسٽوڪ 'نئين مصر جا پراڻا ورق' مترجم: ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ، ص: 354، ڇاپو پهريون، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، سال 1978ع.

(1) ميرن 23 لک رپيا اڳا ڪونه ڀريا آهن، تنهنڪري ڪراچي، ٺٽو، سکر، بکر هڪدم انگريزن جي حوالي ڪن.

(2) آنربل ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جا ڪلدار سنڌ ۾ چالو رهندا، ۽ ٽالپرن لاءِ انگريز نئون سڪو تيار ڪرائيندا، جن تي هڪڙي پاسي کان راڻي وڪٽوريا جي تصوير هوندي.

(3) سنڌو درياءَ جي ٻنهي ڪپن تي هڪ سؤ ياردن تائين، انگريزن کي ڄلائو ڪاٺين وڍڻ جو حق رهندو.

(4) سبزل ڪوٽ ۽ ڀنگ ٻاڙي جا پرڳڻا، سهراباڻي سرڪار هڪدم بهاولپور جي نواب کي حوالي ڪري. ازانسوءِ سکر، بکر ۽ سندس ڀر وارا هيٺ انگريزن جي حوالي ڪري. (جنت السنڌ، ص: 733).

(57) 'نئين مصر جا پراڻا ورق'، ضميمو IV، V ۽ VI (حوالو مٿي ڏنل).

(58) سيٺ نائون مل 'يادگيريون' مترجم: محمد حنيف صديقي، ص: 97، ڇاپيو ٻيو، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، 1987ع.

(59) 'يادگيريون'، ص: 89-91، (حوالو مٿي ڏنل).

(60) جيمس برنس 'سنڌ جي دربار'، مترجم: محمد حنيف صديقي، ص: 67، ڇاپو ٻيو، سنڌي ادبي بورڊ سال 1971ع.

(61) ساڳيو حوالو، ص: 69.

(62) 'يادگيريون'، ص: 163، (حوالو متي ڏنل).

(63) 'سنڌ جي دربار'، ص: 72، (حوالو متي ڏنل).

(64) 'يادگيريون'، ص: 21-120

(65) حبيب الله صديقي جو ترجمو ڪيل مضمون، ٽـ ماهي 'مهراڻ'، نمبر 3، سال 1988ع.

(66) اعجازالحق قدوسي 'تاريخ سنڌ' حصو ٻيو، اردو، ص: 791، مرڪزي اردو بورڊ لاهور، سال 1985ع.

(67) ساڳيو حوالو، ص: 777.

(68) 'تاريخ تمدن سنڌ'، ص: 588 (حوالو متي ڏنل).

(69) 'جنت السنڌ'، ص: 770، (حوالو متي ڏنل).

(70) 'سنڌ جي دربار'، ص: 7، (حوالو متي ڏنل).

(71) سيد حسام الدين راشدي 'هو ڏوٿي هو ڏينهن' ص: 181، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، سال 1977ع.

(72) 'تاريخ سنڌ'، حصو ٻيو، اردو، ص: 792.

(73) 'سنڌ جي دربار'، ص: 7.

(74) ساڳيو حوالو، ص: 29-30.

(75) پير علي محمد راشدي 'اهي ڏينهن اهي شينهن' جلد ٽيون، ص: ڇاپو پهريون، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو، سال

# سنڌيڪا جا ڇپايل ڪتاب

| ڪتاب | موضوع | ملھ | ليکڪ |
|---|---|---|---|
| نوان رستا نيون راهون | (ڪيريئر پلاننگ) | ملھ: 60 رپيا | رحمت الله ماڃوٺي |
| سنڌ پيپلز پارٽي کان ڄام صادق علي تائين | (سياست) | ملھ: 90 رپيا | فـ- م لاشاري |
| منهنجي مٽڙي سنڌ | (ناول) | ملھ: 45 رپيا | ڪرشن کٽواڻي |
| سنڌ جي زينت | (ناول) | ملھ: 30 رپيا | نرنجن دودواڻي |
| نئون عالمي نظام | (عالمي سياست) | ملھ: 50 رپيا | سهيڙيندڙ: اسلم خواجہ |
| جنس جي سائنسي ڄاڻ | (ميڊيڪل سائنس) | ملھ: 30 رپيا | علي مرتضيٰ ڏاريجو |
| منهنجو تخليقي سفر | (فڪشن) | ملھ: 75 رپيا | خيرالنساءِ جعفري |
| ٽين دنيا ۽ فوجي آمريتون | (عالمي سياست) | ملھ: 75 رپيا | سهيڙيندڙ: رئوف نظاماڻي |
| بند اکين ۾ ڪجھ يادون ڪجھ سپنا | (ڪهاڻيون) | ملھ: 60 رپيا | طارق اشرف |
| ڏور ٻہ اوڏا سپرين | (سفرنامو) | ملھ: 30 رپيا | تاجل بيوس |
| ڀٽ جو شاھ | (لطيفيات) | ملھ: 165 رپيا | ايڇ- ٽي سورلي |
| ڏيئا ڏيئا لاٽ اسان | (شاعري) | ملھ: 90 رپيا | سهيڙيندڙ: مظفر چانڊيو |
| شاھ لطيف بحيثيت مفڪر | (لطيفيات) | ملھ: 60 رپيا | سهيڙيندڙ: آفتاب ابڙو |
| رسالہ شاھ عبداللطيف | (لطيفيات- اردو) | ملھ: 300 رپيا | مترجم: شيخ اياز |
| شاھ جو رسالو | (لطيفيات) | ملھ: 150 رپيا | غلام محمد شاهواڻي |
| Bhutto: The Man and The Martyr | (شخصيت انگريزي) | ملھ: 150 رپيا | سيد غلام مصطفيٰ شاھ |
| نفسيات ۽ تعليم | (تعليم) | ملھ: 60 رپيا | عبدالغفار گوهر دائود پوٽو |
| عرفات کان فلسطين تائين | (شخصيت) | ملھ: 120 رپيا | سنڌيڪار: اسلم خواجہ |
| سنڌين جي شڪست جا ڪارڻ | (تاريخ) | ملھ: 30 رپيا | اڪرام ساگر عباسي |

# جلد ايندڙ ڪتاب

| ڪتاب | موضوع | ملھ | ليکڪ |
|---|---|---|---|
| ڇاتين جي سائنسي ڄاڻ | (ميڊيڪل سائنس) | ملھ: 75 رپيا | علي مرتضيٰ ڏاريجو |
| سنڌ جي تاريخ جو نئون مطالعو | (تاريخ) | ملھ: 90 رپيا | پروفيسر عبدالله مڱسي |
| سنڌوءَ جو سفر 1826ع | (مهم جوئي- تمدن) | ملھ: 100 رپيا | اليگزينڊر برنس |
| سنڌوءَ جو سفر 1989ع | (مهم جوئي- تمدن) | ملھ: 230 رپيا | بدر ابڙو |



## اپرندڙ ستارو

### سجاڳ

چوويهن ورهين جو هيءُ باصلاحيت نوجوان 14- آگسٽ 1969ع ۾ پنجو ديري ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. سندس گهراڻو مذهبي روايتن جو سخت پابند آهي. هن شروعاتي تعليم هڪ ديني مدرسي ۾ حاصل ڪئي، ۽ انگريزيءَ جي تعليم پنهنجي ذاتي محنت ۽ جاکوڙ سان خانگي طرح حاصل ڪيائين.

اڪرام ساگر جون پوشيده صلاحيتون خاص طرح تحقيق جي فن لاءِ اجاگر ٿيون، اها نهايت خوشيءَ جهڙي ڳالهه آهي چو ته تاريخ جو فن نهايت دقيق آهي، هن ۾ وسيع مطالعي ۽ محنت جي ضرورت پوي ٿي. ان کان سواءِ تاريخي جڳهن کي جاچڻ لاءِ هڙان ۽ وڙان به ڪجهه ڏيڻو پوي ٿو. زندگي جي ڳاهه ۾ ڳهندڙ هي نوجوان سيني ڳالهين کي سامهون رکي، پوءِ تاريخ جي ڏکئي ميدان ۾ قدم رکي چڪو آهي.

اڄ جو هي اپرندڙ ستارو، خدا ڪري صبحاڻي آفتاب ٿي اڀري.

**منير سولنگي**

پير جو ڳوٺ ڪنگري

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي همٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،

جيڪي بہ ڪٺين، جيڪي بہ ڪٺين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَر جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڄاڻائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

